# لعلڻ لک لباس

فقير سيد لعل شاھ المعروف لعلڻ سائين
صوفي القادري السروري رحہ جو رسالو


سرپرست
فقير سيد والي شاھ (والي سائين)
سجاده نشين درگاھ عاليہ فقير سيد لعلڻ سائين صوفي القادري السروري





سهيڙيندڙ
فقير سيد غلام ميران شاھ

# لعلڻ لڪ لباس

رسالو فقير سيد لعل شاهہ المعروف لعلڻ سائين
صوفي القادري السروريؒ

سرپرست
**سيد فقير والي شاهہ (والي سائين)**
سجاده نشين درگاه عاليہ فقير سيد لعلڻ سائين صوفي القادري السروري

سهيڙيندڙ:
**فقير سيد غلام ميران شاهہ**

نظرثاني:
**اختر درگاهي**

پاڻهن ڇپيلي:
**سخاوت علي شاهہ**


ڇپائيندڙ:
**سيد لعلڻ سائين ميموريل ڪاميٽي، درگاهہ بابا مست بخاري،**
ڳوٺ حاجي مولودي گهوٽڪي

# لعلڻ لڪ لباس

شاعري: فقير سيد لعل شاهه بخاري المعروف لعلڻ سائين صوفي القادري السروري

سرپرست: فقير سيد والي شاهه (والي سائين) سجاده نشين درگاهه صوفي سيد لعلڻ سائين

سهيڙيندڙ: فقير سيد غلام ميران شاهه

ٻانهن ٻيلي: سيد سخاوت علي شاهه

ڇاپو: پهريون

سال: فيبروري 2021ع

تعداد: هڪ هزار

ڪمپوزنگ: سيد نويد سعادت شاهه

لي آئوٽ: عرفان پٿو

ڇپائيندڙ: فقير سيد لعلڻ سائين ميموريل ڪاميٽي، درگاهه بابا مست بخاري،
ڳوٺ حاجي مولودي گهوٽڪي

ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

هديو: 350 رپيا

فيسبوڪ پيج: www.facebook.com/dargahsufisyedlalansain

## ملڻ جو هنڌ

درگاهه عاليه فقير سيد لعلڻ سائين صوفي القادري

انور حضور گفٽ سينٽر درگاهه عاليه جهانپور شريف (03023650084)

هائوس آف ناولٽي مين روڊ ميرپور ماٿيلو (03023651694)

غفار بوڪ اسٽور حاجي ڳوٺ مولودي (03063058016)

طاهر بوڪ اسٽور مهيسرو (03002188297)

سني بوڪ اسٽور ويجهو يو بي ايل بئنڪ پنوعاقل (03013683309)

# فهرست

# سهيڙيندڙ پاران

مرشد رهبر لعلڻ سائين جن جي ڪلام سهيڙڻ جو ڪم ته سائين مالڪ جي وصال کان پوءِ جلد شروع ٿيو، پر ڪجھ اسانجون ڪمزوريون ۽ امر الاهي سبب گهڻي دير ٿي وئي.

درگاهه شريف جي سجاده نشين فقير سيد والي سائين جن کان حڪم ٿيو ته رسالي جو ڪم مڪمل ڪري جلد ڇپرايو، ان ڪم کي مون پنهنجي سعادت سمجهي جلد مڪمل ڪيو.

والي سائين جن جي حڪم مطابق مواد ڳاهڻ، ترتيب ڏيڻ ۽ ڇپرائڻ لاءِ سائين اختر درگاهي جي حوالي ڪيو، سائين اختر درگاهي سان سائڻ بيگم فقيرياڻي کان هي ٽين پيڙهي محبت جو ناتو آهي.

سائين اختر درگاهي به عشق محبت سان دلچسپي وٺي رسالي جو ڪم سر انجام ڏنو جيڪو اڄ اوهان فقراء، عقيدت مندن ۽ سڄڻن جي هٿن ۾ آهي.

آءُ ٿورائتو آهيان فقير سيد عبادت علي شاهه (درگاهه جهانپور شريف) پياري سائين اختر درگاهي، سيد امير شاهه (سيد ارباب شاهه)، سيد ذوالفقار علي شاهه، سخاوت علي شاهه، نويد سعادت علي شاهه، بسم الله شاهه ”حقاني“ ۽ فقير مرحوم منظور علي درگاهي جو، جن سڄڻن هن ڪم ۾ مون سان سهڪار ڪيو.

آءُ پرامید آهيان ته لعلڻ سائين جن جي توحيد ۽ تصوف (الله پاڪ جي اونهي رازن کي سمجهڻ) هيڪڙائي، رواداري ۽ انسان سان محبت واري شاعري مان سالڪ گهڻو لاڀ حاصل ڪندا.

يار زنده صحبت باقي

خادم الفقراء
فقير سيد غلام ميران شاهه
درگاهه عاليه حضرت صوفي لعلڻ سائين
ڳوٺ حاجي مولودي تعلقو ۽ ضلعو گهوٽڪي

# اثبات ٿيو لعلڻ لقاءُ

ويجهي دؤر جي صوفي راڳي، شاعرن ۽ درويشن ۾ سيد لعل شاهہ بُخاري عرف ”لعلڻ سائين“ بہ نالي وارو ٿيو. سندن والد بزرگوار سيد جهنگل شاهہ مست بہ وڏي رمز ۽ راز وارو درويش هو. مخدوم طالب الموليٰ پنهنجي ڪتابُ ”يادِ رفتگان“ ۾ سندس مختصر تعارف سان گڏ سندس هڪ ڪافي بہ ڏني آهي.

اڇي ٿي حال ۾ حاضر قلندر لعل لاهوتي
سوا تنهنجي نہ ٻيو ڪو در قلندر لعل لاهوتي

سائين جهنگل شاهہ مست جيڪا دونهين دُکائي، لعلڻ سائين انهيءَ مان اُلا ڏئي نڪتو. والد صاحب ڇهن سالن جي عمر ۾ ڳوٺ جي مڪتب ۾ داخل ڪرايس، پر ننڍپڻ کان ئي سندس ڌيان دل جي ڪتاب ۾ هو. اسڪول طرف سندس من جو لاڙو نہ ڏسي، ناناڻن وٽ ڪيس هڪ مدرسي ۾ قرآن شريف جي تعليم ڏياري وئي. هيئنر لعلڻ سائينءَ جي اندر ۾ عشق جي درياهہ ڇُوليون ڇُلايون تہ ديوانگي اچي وئي، جنهن جو اظهار مجازي ڪلامن ڳائڻ ذريعي ڪيائين. آخر ڪار درگاهہ جهانپور شريف جي صوفي درويش ۽ شاعر انور سائين بخاريءَ جي فيض سان لعلڻ سائينءَ جي سيني مان درد جو درياهہ هڪ وڏي آبشار جي صورت ۾ نروار ٿيو. راڳ سندس روح جي راحت ۽ عشق جو اظهار بڻيو. ان دوران هڪ قلندري سلسلي جي درويش احمد شاهہ ملنگ جي محبت ۾ اچي هُنَ مرشدن جي گيڙو ويس سان گڏ ڪارو ويس بہ پهري ڇڏيو.
لعلڻ سائينءَ جو اندر تہ هونءَ ئي عشق ۽ وحدت جي رنگ سان رنگجي چڪو هو باقي ظاهر ۾ ”بيرنگي رنگ لايا“ جي مصداق، هُن هر رنگ ۾ پنهنجي عشق کي ڳُڏايو. تڏهن ئي تہ چيائين:

لعلڻ لڪ لباس، لڪن لڪي ڪو
نہ ڪي باسن باس، بيراڳي باهوت جي

لعلڻ سائينءَ جي لات سدا امر رهي ۽ ظاهري لاڏاڻي سان بہ ان جو اثر سندس سلسلي جي سرواڻي ڪندڙ والي سائينءَ جي روپ ۾ برقرار بہ رهيو تہ اڳي ڪان اڳرو بہ.

مان پاڻ کي خوشنصيب سمجهان ٿو تہ مون ننڍپڻ ۾ لعلڻ سائينءَ جو روبرو ديدار ڪيو. هو روهڙيءَ گهٽو ايندا ها ۽ امڙ سڳوري بيگم فقيرياڻيءَ سان سندن فقراهي ناتو هيو. صوفي راڳين ۾ انهن ڏينهن "لعل شاهہ عظيم شاهہ" جي جوڙي مشهور هئي.

ڳالهايل لفظ يا ڳايل ڪلام هوا ۾ تحليل ٿي ويجي ٿو البت اڄ جي دؤر ۾ انهن کي رڪارڊ ڪري يادگيريءَ طور ان جي آوازي شڪل کي محفوظ ڪري سگهجي ٿو پر تخليق ٿيل ڪلام يا شاعري جڏهن ڪتاب جو روپ وٺي ٿي تہ اها تاريخ جو حصو ٿي ويجي ٿي. لعلڻ سائينءَ جو رسالو بہ سنڌ جي ادبي تاريخ اندر خاص ڪري صوفياڻي فڪر ۽ فهم ۾ ڪيس هميشہ امر رکندو.

سنڌ ۾ صوفي درويش تہ ڪيترائي ٿيندا رهيا آهن، پر ادبي تاريخ ۾ انهن جو تذڪرو وڏيڪ زنده رهي ٿو جيڪي پنهنجي صوفي فيض کي شاعريءَ جي صورت ۾ بہ آشڪار ڪندا رهيا آهن. لعلڻ سائينءَ جي دؤر تائين جيڪا بہ صوفياڻي شاعري آهي، اها شاهہ لطيف ۽ سچل سائينءَ جو ئي تسلسل آهي. فرق صرف ايترو آهي تہ سچل سائينءَ وٽ شاهہ لطيف جي ڀيٽ ۾ ڊڪيل ۽ استغراق واري شاعري پڙڪو ڪائي وڏيڪ آشڪار ٿي وئي، جو ان ۾ رندي ۽ مستيءَ واري منصوري رمز ظاهر ٿي وئي. انهيءَ ڪري سچل سائينءَ ڪانپوءِ هيٺئر سنڌ جي اڪثر صوفي شاعرن جي ڪلام تي اها ساڳي ڪيفيت ملي ٿي، جنهن ۾ سچل سائينءَ واري بيخوديءَ ۽ اظهار جي مستي شامل آهي. لعلڻ سائين بہ جيئن تہ سائين انور شاهہ جو طالب هو تنهن ڪري سائين انور شاهہ جيان سندس ڪلامن ۾ بہ تصوف جا ساڳيا خيال ۽ همہ اوست وارو اظهار ملي ٿو. ساڳي وقت هڪ سچاڻ شاعر جيان مٿس پنهنجي پيش رو بزرگن سچل سائينءَ، بيدل سائينءَ، فيض درياهہ، ويندي ڪبير ڀڳت جو بہ اثر نمايان آهي.

ڇوڙ گمان گدائي والا شملا ٻڌ ڇا شاهي دا (سچل سائين)
ڇڏ گدائي تون هر گز نہ آهين تون غلام (لعلڻ سائين)

ٻانهپ ٻولي ناهہ ڪا نور آهيان نروار (بيدل سائين)
ٻانهپ ٻولي ناهہ ڪا هي عشق جو اظهار آ (لعلڻ سائين)

صفت ۾ پنهنجي رائي سان سوين نالا سڏاياسي (بيدل سائين)
پنهنجي رائي سان هتي آياسي، سڀ پورا مطلب پاياسي (لعلڻ سائين)

ظاهر بندو باطن مولا، عشق جي بازي سمجهي ڪير (بيدل سائين)
ظاهر بندو باطن مولا، آهي ذات قدير (لعلڻ سائين)

آهيان مان ڀڳوان، ڪونهي تنهن ۾ شڪ گمان (فيض درياهہ)
آهيان مان سلطان، سولي چڙهڻ سينگار آ منهنجو (لعلڻ سائين)

ڪهت ڪبير سنوڀائي ساڌو صاحب ملي صبوري ۾ (ڪبير)
ڪهت ڪبير ڪها ڪر آيس نانڪ نام نيارا اي (لعلڻ سائين)

لعلڻ سائين پنهنجي ڪافين ۾ مرشد سائين انور شاهہ سان بہ بيحد عقيدت جو اظهار ڪيو آهي ۽ مرشد کي وحدت الوجود جي فڪر هيٺ وحدت ۾ سمائي ڇڏيو آهي.

تخت هزارون رانجهن آيو ڪارڻ هير حقير
صورت منجهہ معنيٰ الله انور شاهہ امير

ڪٿي لالڻ ڪٿي لاحد ڪٿي حد ڪان آهي بيحد
ڪٿي سامي ڪٿي سرمد ڪٿي انوار ٿي آيو

لعلڻ سائين ڪيترن ئي عظيم صوفي ڪردارن کي پنهنجي ڪلام ۾ پيش ڪيو آهي ۽ انهن وڏن صوفين جا رندي ۽ وجودي نعرا بہ هنيا آهن. جن ۾ سرمد، منصور، شمس تبريز ۽ شيخ صنعان جو مثال هنن سٽن ۾ آهي.

سراپا سر رکي سرمد کپائيہ پاڻ بہ پنهنجو

هٽي هٽ من خدا نعرو اچي ڪيئہ موج منصوري
سڏائي شمس تبريزي ڪري مذڪور ڏيکاريئہ

شرف هو شيخ صنعان کي ٽيويا کي يهودڻ تي
ڪاڏي ويو شان ۽ شفقت، زاهد زنار تي آيو

لعلڻ سائين توڙي جو صرف هڪ درجو سنڌي پڙهيل هو پر ڪمال اهو آهي، جو سندس ڪلام ۾ قرآني آيتون، حديثون ۽ عربي قول بہ ملن ٿا.

"خلق الادم اعليٰ صورت" پهريم پوش مورت
آهيان "سميع بصير" دل درد ڪئي آ دلگير

"ونفخة في هم روحي" وارو سمجهہ تون سالڪ عين اشارو
عشق لڳم اڪسير، دل درد ڪئي آ دلگير

"الانسان سري وانا سره" ظاهر باطن هر دم هو هو
قائم قلب قدير، دل درد ڪئي آ دلگير

اهڙا ٻيا بہ مثال آهن لعلڻ سائينءَ جي ڪافين ۾، پر هتي صرف هڪ ڪافي ڏني وئي آهي. انهيءَ ڪافيءَ ۾ جيڪي آيتون ۽ عربي قول ڏنا ويا آهن اهي تصوف جي وحدت الوجودي يا همہ اوست جي فڪر کي واضع ڪن ٿا. ان مان خبر پوي ٿي تہ لعلڻ سائين بہ سنڌ جي هر سچاڻ صوفي شاعر جيان پاڻ بہ همہ اوست جو قائل هو.

لعلڻ سائين جيئن تہ پاڻ صوفي راڳي بہ هو انهيءَ ڪري سندس ڪافين ۾ فني طور تي بہ اهڙيون خوبيون ملن ٿيون، جن سان شاعريءَ جي موسيقيت وڌيڪ ظاهر ٿئي ٿي. انهيءَ ۾ خاص ڪري وراڻي، حرف تجنيس، ٻٽا قافيا، اندروني قافيا اچي وڃن ٿا. جيڪي لعلڻ سائينءَ جي هنن سٽن ۾ اوهان کي ملندا.

اندروني قافيا:

مونکي عزرائيل صحيح سڃاتو طوق لعنت جو ڳل وچ پاتو

گلا سندي گفتار هلي پئي هوليءَ ۾

حرف تجنيس:

فنا في الله ٿيس فاني، بقا بالله هان برحق

مهسي ملڪ مستيءَ جي تڏهن احدون چوان ٿو مان

ٻٽا قافيا:

ان احمد بلا ميمي، شوق شريعت شان

اناالحق اقرار آ تنهنجو

آهيان مان سلطان سوليءَ تي سينگار آ تنهنجو

انهن فڪري ۽ فني خوبين ۽ خاصيتن کانسواءِ ٻيون بہ ڪيتريون خوبصورتيون لعلڻ سائينءَ جي ڪلام ۾ ملن ٿيون، جنهن کي هر پڙهندڙ ۽ هر راڳي ڳائيندي روح تائين محسوس ڪندو.

لعلڻ سائينءَ جو هي رسالو سنڌ جي صوفياڻي شاعريءَ جو هڪ اهم ڪتاب آهي، جنهن کي فقير سائين غلام ميران شاهه وڏي پيار، اُڪير ۽ وڏي محنت سان سهيڙيو آهي. جڏهن ته انهيءَ پيار جي پورهئي ۾ والي سائينءَ جي سرپرستي، دعائون ۽ نيڪ تمنائون به شامل آهن. والي سائين به ساڳي صورت ۽ معنيٰ سان سندن درگاهه تي هڪ سچي صوفي سرواڻ، دلربا درويش طور هر پير فقير جي توجهه جو مرڪز آهي. جنهن پڻ پنهنجي شاعريءَ ۽ آواز ذريعي سنڌ جي صوفي فڪر کي وڏي الستي انداز ۾ ڦهلايو آهي. والي سائينءَ جو پنهنجو ڪلام به گهڻو آهي، جنهن مان ڪجهه چونڊ ڪري غلام ميران سائينءَ لعلڻ سائينءَ جي هن رسالي ۾ به شامل ڪيو آهي.

لک ٿورا والي سائينءَ ۽ غلام ميران سائينءَ جا، جو انهن مون ناچيز کي به لعلڻ سائينءَ جي رسالي جي ڪم ڪار ۾ شامل ڪري مونکي وڏي عزت بخشي آهي، جنهن لاءِ مان سندن سچي عمر احساس مند رهندس. انهيءَ موقعي تي سائين غلام ميران شاهه جي نينگر سخاوت علي شاهه ۽ نويد سعادت شاهه جي محنتن ۽ ڪاوشن کي به ساراهڻ ڪانسواءِ رهي نه ٿو سگهجي.

لولاڪ مظهر ميم ۾ اثبات ٿيو لعلڻ لقاءُ
هن عين کي سمجهڻ ادا سبحان الله سبحان الله

**اختر درگاهي**

روهڙي سنڌ
جنوري 2021ع

# ٻہ اکر

سنڌ ڌرتي تي ڪيترا ئي صوفي بزرگ، شاعر، درويش ۽ اولياءَ الله ٿي گذريا آهن، جن پنهنجي شاعريءَ وسيلي انسان ذات کي محبت، پيار، هيڪڙائي ۽ انسانيت جو درس ڏنو آهي.

انهن صوفين، درويشن ۾ صوفي فقير لعلڻ سائين جن جو بہ شمار ٿئي ٿو، جنهن پنهنجي شاعري وسيلي ۽ روحاني رمزن سان هيڪڙائي، محبت جو درس ڏنو آهي. لعلڻ سائين جي شاعري بہ انتهائي ڪمال جي آهي، جيڪا تقريبن پنجن ٻولين تي مشتمل آهي، جنهن ۾ سنڌي، سرائڪي، هندي، اردو ۽ فارسي شامل آهن، جنهن ۾ عشق مجاز، عشق حقيقي، همہ اوست، ثنا، مرثيو، وائي، ڪافي، بيت، ۽ سحرفيون شامل آهن.

درگاهہ لعلڻ سائين جن جي سجاده نشين سائين والي شاهہ، سائين غلام ميران شاهہ ۽ سائين بسم الله شاهہ (حقاني) جن جي محبت، پيار، خلوص، هيڪڙائي ۽ درگاهہ جهانپور شريف سان عقيدت ۽ نياز نوڙت کي ڏسي ۽ سائين غلام ميران شاهہ جي اصرار تي مونکي خيال ٿيو تہ لعلڻ سائين جي هن نئين ڇپنڌڙ رسالي جي پهرين ايڊيشن ۾ ٻہ اکر شامل ڪجن.

لعلڻ سائين جن جو شمارشهنشاهہ انور پاڪ جن جي انهن درويشن، طالبن، فقيرن ۾ ٿئي ٿو جن جا بہ ڪافي طالب مريد آهن، جن پنهنجي شاعريءَ وسيلي پيار، محبت ۽ هيڪڙائي جو درس ڏنو آهي.

لعلڻ سائين جن جي هن رسالي ۾ لکڻ لاءِ گهڻو ڪجهہ دل چوي ٿي مگر مختصر لکجي ٿو.

ڪجهہ يادگيريون جنهن ۾ آءُ خود لعلڻ سائين جن جي ڪچهرين ۾ وينس درگاهہ جهانپور شريف جڏهن بہ اچڻ ٿيندو هئن تہ

فقراهہ جي سُنگ سان ويراڳ سان قاضي واهہ کان درگاهہ تائين پنڌ ايندا هئا، خاص ڪري انور پاڪ جن جي ميلي تي هر سال ايندا هئا ۽ ميلي جا ٽيئي ڏينهن توڙي راتيون درگاهہ تي راڳ ڳائيندي توڙي ٻڌندي راتيون گذرنديون هُيون، جڏهن بہ لعلڻ سائين سان ملڻ ٿيو تہ نهايت محبتِ نوڙت سان ملندا هئا ۽ هڪ دم پنهنجو بسترو ڇڏي اسانکي ويهاري پاڻ عام رلي تي ويهندا هئا مرشد جي اولاد يا درگاهہ جهانپور جو فقراهہ وٽن ويندو هو تہ تمام گهڻي عقيدت ۽ محبت ڏيندا هُيون.

انهن فقيرن، درويشن جون محبتون ۽ نياز نوڙت اڄ جي دور جي انسانن لاءِ درس آهي، تہ پاڻ سيد سادات خاندان سان تعلق رکندي بہ انسان ذات سان وڏي نوڙت ۽ محبت ڪيائون ۽ سکيا ڏنائون.

اڄ جي هن نفسياتي دور ۾ اهڙن صوفي بزرگن جي ڏسيل واٽ تي هلڻ گهرجي ۽ انهن جي شاعريءَ ۽ ڪچهرين مان فيض حاصل ڪرڻ گهرجي.

فقير سائين والي شاهہ، سائين غلام ميران شاهہ، سائين بسم الله شاهہ (حقاني) ۽ سخاوت علي شاهہ جيڪو سائين غلام ميران شاهہ سائين جن جو نينگر آهي، انهن جون اهي محبتون عقيدتون آهن جو درگاهہ جهانپور شريف اچي هن رسالي جي باري ۾ اسان کان تجويزون ورتيون جيڪو اسان جو حال هيو هن رسالي جي باري ۾ رهاڻ ڪئي سون. خاص ڪري آءُ جس ڏيان ٿو سائين غلام ميران شاهہ ۽ ان جي نينگر سيد سخاوت علي شاهہ کي جن لعلڻ سائين جي رسالي جي تياري ۾ ڏينهن رات محنت ڪئي ۽ رسالي کي سهيڙڻ ۾ پنهنجو فرض بخوبي نڀايو ۽ فقير اختر درگاهي صاحب لاءِ دلي طرح دعاگو آهيون جنهن لعلڻ سائين جي رسالي جي تياري ۾ ميران سائين سان ساٿ نڀايو ۽ رسالو ڇپرايو.

دعاڳو
فقير سيد عبادت علي شاهہ
درگاهہ عاليہ جهانپور شريف

# بسم الله

"ملڪ دلين جو موڪرو، عرش زمين آسڻ" دلين جا ڏٺي ۽ درويش سنڌ ۾ هر هنڌ موجود، انهن الاهي عشق ۾ محبت جا جام پيتا ۽ پياريا ۽ ڪئين جڏ جياريا. اهي جڏهن هن جهان ڪان جدا ٿيا تہ پويان سندن ڳڻن ڳالهين جي رهاڻ ۽ سرهاڻ سندن ماڳ مقام کي واسيو.

فقير سيد لعلڻ سائين صوفي القادري رح (1349_1419 ھ/ 1930_1998 ع) ٿورو وقت ٿيو جو 26 ذوالقعد 1419 ھ خميس ڏينهن هي جهان ڇڏيو، پر سندس حال ۽ قال جي گونج باقي آهي. فرزند سيد والي سائين صوفي القادري سندس جاءِ نشين آهي ۽ 25-27 ذوالقعد تي ساليانو عرس ٿئي.

وڏيڪ نظام ۽ انتظام لاءِ فقير سيد لعلڻ سائين ميموريل ڪاميٽي قائم آهي، هن ڪميٽي جي نائب صدر امير شاه ڪان معلوم ٿيو تہ هن ڪتاب جي اشاعت ڪان اڳ ڪاميٽي طرفان "لعلڻ سوونيئر 2002 ع) شايع ڪيو ويو آهي. ان جي مطالعو مان معلوم ٿيو تہ فقير سيد غلام ميران شاه بخاري، فقير سيد لعلڻ سائين جي سوانح حيات لکي آهي، جيڪا هر لحاظ سان معياري آهي.

هن ڪتاب ۾ فقير سيد لعل شاه عرف لعلڻ سائين جي ڪلام کي سهڻي ترتيب سان شايع ڪيو ويو آهي جنهن ۾ سندس بيتن ۽ ڪافين ڪان سواءِ وحدت نامو شامل آهي. سندس ڪلام ۾ اعلي صوفيانہ فڪر جي جهلڪ سمايل آهي.

لعلڻ لڪ لباس، لڪن لکي ڪو
ست رنگيو سيد چوي، سورهيہ هوندو سو
ووڙي ووڙي وو،  لهندو ڪو لعلڻ کي

ڪلام جي هن مختصر ذخيري ۾ بہ دل ۽ نظر وارو اميد تہ لعلڻ سائين کي ڳولهي لهندو.

جي ماسو مليئي مال، تہ پوڄارا پُر ٿئين

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ
سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد سنڌ
11 آگسٽ 2002 ع

# سيد جهنگل شاهه مست بخاري رحه

(زندگي جو احوال)

سيد جهنگل شاهه مست بخاريؒ ڳوٺ حاجي مولودي تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪي ۾ سن 1322هه بمطابق 1904ع ۾ سيد عظيم شاهه (اول) جي حويلي ۾ جنم ورتو.

سائين جن جا وڏا سيد ناٿن شاهه مست ۽ سيد ثاري شاهه ٻه ڀائر اُچ شريف کان ماتيلي مومل جي ماڙي ۾ آيا، اتان سائين ثاري شاهه جي پوٽي سيد نبي شاهه پنوعاقل لڳ سڪونت اختيار ڪئي.

سائين نبي شاهه ٻه الله جو ولي ٿي گذريو آهي، سندس ڪرامتون علائقي ۾ مشهور آهن، مرقد مبارڪ مٿان عالي شان مقبرو ٺهيل آهي، اتان سائين جهنگل شاهه جي والد سيد عظيم شاهه جي پڙ ڏاڏي سيد والي شاهه ڳوٺ حاجي مولودي ۾ سڪونت اختيار ڪئي.

سائين جن جي حسب و نسب جو مڪمل شجرو هِن رسالي ۾ موجود آهي. سائين جهنگل شاهه مست کي الله پاڪ ٽي نينگر هڪ سيد وڏڻ شاهه، ٻيو سيد لعل شاهه، ٽيون سيد عظيم شاهه ۽ هڪ نياڻي جو اولاد عطا ڪيو.

سائين جن جي نياڻي ملڪ جي بهادر صحافي، اديب، شاعر سيد سردار علي شاهه "ذاڪر" جي نڪاح ۾ آئي.

سائين جهنگل شاهه، مست خيال درويش دل انسان هيو، صوفين ۽ درويشن جو راڳ هلي ملي وڃي ٻڌندو هيو. انهيءَ عشق ڪيس سائين ڏمالي شاهه علي واهڻ واري جو طالب دست بيعت ڪيو.

سائين جن جو مرشد سيد ڏمالي شاهه قلندر شهباز جي طالب سيد شاهه صلاح الدين (اولادي امير) جي گادي جو طالب هيو، هاڻي

سندس درگاهہ جو سنياريندڙ پوٽي جو پٽ، ودالي شاهہ آهي. ان مان ثابت آهي تہ سيد جهنگل شاهہ مست قلندري سلسلي جو پوئلڳ هيو ۽ اهڙو اظهار پنهنجي شاعريءَ ۾ بہ ڪيو اٿائين.

"اڇي ٿي حال ۾ حاضر     قلندر لعل لاهوتي"

سائين مست ڪربلا جي واقعي سبب غمِ حسين[ع] ۾ گهڻو گذاريندا هئا. ان سلسلي ۾ ڳوٺ ۾ محرم الحرام جي ڏهاڪي ۾ ماتم شروع ڪرايائون جيڪو اڄ تائين قائم و دائم هلندو اچي ٿو، ۽ پاڻ غمِ ڪربلا ۾ گهڻو گذاريندا هئا.

ان وقت سائين مست جي ڳوٺ جا ماڻهو عيد جي نماز ڳوٺ جي لڳ محمد پور ۾ پڙهندا هئا، ان سلسلي ۾ مست سائين پنهنجي ڳوٺ جي معزز ۽ جامع مسجد جي پيش امام استاد ميان جي سونهاري چاچڙ سان صلاح ڪئي تہ عيد جي نماز پنهنجي ڳوٺ ۾ پڙهون، استاد بہ ان صلاح تي خوش ٿيو ۽ پوءِ سائين جن ڳوٺاڻن جي مدد سان پنهنجي حويليءَ جي اترين پاسي کان عيدگاهہ ٺهرايائون. جتي اڄ تائين عيد جي نماز پڙهي ويندي آهي.

سائين مست جي مريدن جو حلقو بہ وسيع آهي، پاڻ اڪثر سائي رنگ جي دستار ٻڌندا هئا ۽ سادگي سان گذاريندا هئا.

پنهنجي حياتي جي آخري حصي ۾ پنهنجي نينگرن کي وصيت ڪيائون تہ "منهنجي وصال کان پوءِ مونکي هتي آستاني ۾ دفن ڪجو".

هن مست الست درويش دل بزرگ 21 شعبان 1387هہ بمطابق 24 نومبر 1967ع تي وصال ڪري مالڪ حقيقي سان مليا، درگاهہ لعلڻ سائين تي مقبري ۾ مدفن آهن.

سيد جهنگل شاهہ مست ۽ لعلڻ سائين جو ساليانو عرس مبارڪ هر سال 20، 21، 22 ۽ 23 مارچ تي درگاهہ لعلڻ سائين تي ٿيندو آهي.

سيد جهنگل شاهہ مست جو پنهنجي مرشد قلندر لعل شهباز جي شان ۾ چيل ڪلام:

ٿلهه: اچي ٿي حال ۾ حاضر قلندر لعل لاهوتي
سواءِ تنهنجي نہ ٻيو ڪو در قلندر لعل لاهوتي

1. تون آن پيارو پيغمبر جو سخي سردار سرور جو
تون آن حَسبي نَسبي حيدر قلندر لعل لاهوتي

2. تنهنجي دربار آ عالي قلندر لعل لڄپالي
موٽي ويندس نہ گهر خالي قلندر لعل لاهوتي

3. تنهنجي در تي جُهڪن سارا سڪندر، شاهہ ۽ دارا
ڪيئي ارباب ۽ اڪبر قلندر لعل لاهوتي

4. چوي ”جهنگل شاهہ“ هر هر ملي معافي مٺا منور
آهيان عاجر تنهنجو سڳدر قلندر لعل لاهوتي

سوانح حيات

# فقير سيد لعلڻ سائين صوفي القادري السروري رحہ

سنڌ جي مقدس ڌرتي کي اهو اعزاز حاصل آهي تہ هن پنهنجي ڪُک مان سدائين عظيم روحاني ڪردار پيدا ڪيا آهن، جن پنهنجي فن، فڪر، فلسفي ۽ شاعري ذريعي محبت، امن، رواداري، پاڻ سڃاڻڻ ۽ خودي کي ختم ڪرڻ جو درس ڏنو آهي. اهڙن ڪردارن مان حضرت صوفي فقير لعلڻ سائينؒ جن بہ ٿي گذريا آهن. پاڻ وحدت الوجود جي واٽ وٺي هن عشق جي عالم ۾ توحيدي طبل وڄائي ثابت ڪري ڏيکاريائون تہ اولياءَ الله جا لاخوف ٿيندا آهن.

پاڻ فرمايو اٿن تہ:

ظهور ذات ڪيو افضل تڏهن من خود چوان تو مان
عناصر چوڙ ڪر چارئي جنبش ۾ خود جلان تو مان
احد ڪي مان ڪيو ظاهر، ٿيو اظهار عالم ۾
تڏهن لاخوف ٿي "لعلڻ"، لنگهي لاحد چوان تو مان.

سيد فقير لعل شاهہ بخاري صوفي القادري السروريؒ جن 1930ع مطابق 1349هہ ۾ سنڌ جي مشهور قلندري صوفي بزرگ سيد فقير جهنگل شاهہ مست بخاري جي حويلي ڳوٺ حاجي مولودي تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪي ۾ تولد ٿيا, سندن والد بزرگوار بہ مرد يگانو ۽ صوفي سالڪ ٿي گذريو آهي. سيد جهنگل شاهہ مست قلندر ڪِبريا جي سلسلي جا پوءِ لڳ هئا. لعلڻ سائين جن جي والده سائين جن جي ننڍي عمر ۾ ئي وصال ڪري ويئي هئي، ان لاءِ سائين جن گهڻو وقت پنهنجي مامن ڏانهن بہ گذاريندا هئا.

لعلڻ سائين جن ننڍي هوندي کان ئي سڀاجهڙي طبيعت جا مالڪ هئا، پاڻ جڏهن پڙهڻ جي عمر کي رسيا تہ سندن والد سن 1936ع ۾ پنهنجي ڳوٺ جي ملا مڪتب ۾ داخل ڪرايو، اتي سائين جن جو

استاد ميان جي سونهارو چاچڻ هو، جيڪو ٻه سهڻي سيرت ۽ الله وارو درويش ٿي گذريو آهي، لعلڻ سائين جن اتي پهريون درجو پاس ڪيو پوءِ وڏيڪ پڙهڻ سان من نه لڳن ۽ پڙهائي کي ڇڏي ڏنائون.

پاڻ فرمايو اٿن:

ڪتابن مان قرار ڪڏهن آيو ڪين ڪي
اونهو سر اسرار منجهان ئي معلوم ٿيو

پوءِ سائين جن کي سندن ناني نبي شاهه ڳوٺ صاباڻي ۾ استاد محمد رمضان ميربحر جي مدرسي ۾ قرآن پاڪ جي تعليم پرائڻ لاءِ ويهاريو، جتي پاڻ قرآن مجيد سان گڏ ديني تعليم ٻه حاصل ڪيائون.

اهڙي ريت مامن سائين جن جي تعليم سان گهٽ دلچسپي ڏسي سائين جن کي ٻڪريون ڌاري ڏنيون، جن کي لعلڻ سائين جن اٽڪل ست سال ڳوٺ صاباڻي لڳ لعل پير جي ٻيلي ۾ چاريندا رهيا، لعل پير سائين ٻه اولياءَ الله سجو ۽ وڏو درويش ٿي گذريو آهي، سندن خانداني شجرو شاهه صدرالدين بکري سان ملي ٿو، لعل پير سائين جو هر سال وڏو ميلو لڳندو هو، جنهن ۾ فقير درويش اچي راڳ ويراڳ ٻه ڪندا هئا. هڪ دفعي صوفي سيد انور علي شاهه جو طالب نالي فقير صاحب ڏنو منگي ميلي کان واپسي تي لعلڻ سائين جي مامن جي اوطاق تي اچي مهمان ٿيو ۽ فقير سريلي آواز ۽ وجدان ۾ ويراڳ ڪيو، جنهن ۾ هڪ ٻول صوفي سيد رکيل شاهه سائين جن جو ٻه ڇيائين جنهن جا ٻول هن ريت هئا.

رو رو زاري ڪران، ڏيوان اُڇنگاران
دردوندي ديان، سُڻ هُڻ پُڪاران

فقير ته واٺهڙو هو صبح جو هليو ويو، پر سائين رکيل شاهه جي ان ڪافي لعلڻ سائين جن جي دل تي گهرو اثر ڇڏيو، سائين جن جي دل ۾ مالڪ حقيقي جي عشق جي ڌونهي دُکي پئي جيڪا اڳتي هلي مَحويت جو موج جو ٻيڙ ٿي پڙڪي، ان کان پوءِ سائين جن کان ٻڪريون وسري ويون ۽ هڪ ٻڪريءَ جي ڳچيءَ مان گهنگهرن جي ڳاني لاهي ۽

ڪاني جون چيڙيون ناهي سچو ڏينهن لعل پير جي ٻيلي ۾ سائين رکيل شاهه جي ڪافي آلاپيندا رهندا هئا.

هڪ ڏينهن سائين جن ڪافي چوندي چوندي خيالن ۾ گم ٿي ويا ته ٻڪريون پري پري تائين ٽڪري ويون. جڏهن سائين جن خيال موٽايو ۽ ڏٺائون ته هڪ به ٻڪري نظر نه آئين، پاڻ ڏاڍا پريشان ٿي پيا، تان جو ڏسن هڪ نوراني صورت، سائي ويس سان درويش ٻڪريون گڏ ڪري سائين جن ڪي چيائين ته ادا هي اوهان جون ٻڪريون "تون به لعل پير، آئَ به لعل پير" هاڻي هي ٻڪريون گهر ڪاهي وڃ، ان قصي کي لعلڻ سائين هن انداز ۾ لکيو آهي:

ٻڪريون چاريندي ٻيلي ۾ ٿيو دلبر جو ديدار
قرب ڪيو ڪلتار لعلڻ پير لوَن ۾

بس پوءِ ٻڪرين کان سائين جن جو خيال کڇي ويو ۽ ان عمل تي ماما به ناراض ٿي پين، پوءِ سائين جن کي به اتي قرار نه پئي آيو، پاڻ ان عشق جو ذڪر هن ريت ڪيو اٿن:

عشق لڳا مين شڪر ڪيتا، ساڈا پل ڳيا حال زمانا
عالم ڪنون آزاد ٿيو سين، مرد لڳا مردانا
ڏونهان جهانان دي، ڪاڻ نه ڪائي، چوڙيم شان شاهانا
لڪ لائق ٿيا سائين لعلڻ مليا، يار رهيوسي يگانا

پوءِ سائين جن پنهنجي وڏي ڀاءُ سيد وڏڻ شاهه بخاري صوفي القادريؒ جيڪو به بهترين ويراڳي،گفتي جو پڪو پختو، حاضر جواب ۽ سالڪ ٿي گذريو آهي ۽ ننڍي ڀاءُ سيد فقير عظيم شاهه بخاري صوفي القادريؒ جيڪي صوفي فقير محمد سائين گهوٽي جا طالب هئا. پاڻ بهترين راڳي ۽ راڳ جي فن جي سٺي ڄاڻ رکندا هئا هي هر دل عزيز، محفل جا مور، خوش طبيعت ۽ محبت مناج وارا هئا. پاڻ لعلڻ سائين جن سان هر ڏک سک ۾ نڀايائون، ڪين لعلڻ سائين جن جو به تمام گهڻو پيار هوندو هئن، جن کي ساڻ ڪري مامن وٽان پنهنجي منهن روانا ٿيا ۽ اچي مهوال فقير چاچڙ ۽ قابل فقير چاچڙ وٽ نڪتا، اُهي ٻيئي فقير

سيد انور علي شاهہ جا طالب هئا. انهن فقيرن سائين جن کي جيءَ ۾ جايون ڏيئي رهايو. سائين جن اتي يڪتارو چپڙيون ٺاهي راڳ ويراڳ ڪرڻ شروع ڪيو. اتي فقراهي رهڻي ڪهڻي ۽ صوفياڻي ٻولي سائين جن تي اهڙو اثر ڇڏيو جو من ۾ مرشد وٺڻ جي اُڪير اٿي پين اهڙو خيال ڏسي چاچڙ فقراهہ سائين جن کي درگاهہ عاليہ جهانپور شريف مالڪ انور سائين جن جي خدمت ۾ حاضر ڪيائون جتي سائين جن جي ديدار ۾ روح کي راحت ملين. پاڻ فرمايو اٿن:

آيا عشق الاهي اندر، شڪر ڪيتم شڪرانا
مليا دست مغان دا لعلڻ، مست رهون مستانا
قبر حشر دا خوف نهين، هڻ وسريا ڪل بهانا
ساقيءَ جام پلايا ساڪون، سير ڪيتم سلطانا

انور سائين جن ٻہ لعلڻ سائين جن جي حب، اڪير ۽ پرائڻ جي پرک ڏسي محبت ڏيڻ لڳن، پوءِ لعلڻ سائين جن مسلسل ڳچ عرصو انور سائين جن جي خدمت ۾ حاضر ڊيوٽي ۾ رهيا ۽ ان سان گڏ فقراهہ کان راڳ ويراڳ جي ٻہ سکيا ورتائون. لعلڻ سائين جن جي دلي خواهش هئي تہ انور سائين جن کان ذڪر الاهي وٺجي، پر لعلڻ سائين ادب مان عرض نہ ڪري سگهندا هئا. هڪ ڏينهن مالڪ انور سائين جن عصر جي وقت مراقبي ۾ محو وينا هئا، لعلڻ سائين جن ننڊ مان سجاڳ ٿيا تہ مالڪن تي نظر وين تہ سائين جن جي ويجها ٿي وينا ۽ سائين جن جي هٿ منهن ڌوئڻ لاءِ مچ تي پاڻي گرم ڪرڻ لڳا، انور سائين جن مراقبو پورو ڪري لعلڻ سائين جن کي چيائون تہ "ڇوڪرا! حاجي فقير کان حُقو ڪٺي اچو." حاجي فقير انور سائين جن جو طالب فقير هو ۽ درگاهہ تي جهاڙو مٿي ڪندو هو، فقير محبتي پر طبيعت جو تيز ۽ ڪاهوڙي فقير هو، گهڻو فقراهہ لهرائيندو هئس، لعلڻ سائين جن فقير جي لانڍي ڏانهن روانا ٿيا، فقير ٻہ دونهين دکايون وينو هو، لعلڻ سائين جن ٻہ ويهي مچ جون ڪانيون سورڻ لڳس ۽ حال احوال شروع ڪري ڌيمي آواز ۾ چيائونس تہ مالڪ انور سائين جن حُقو گهرن پيا، جنهن تي فقير

لعلڻ سائين جن کي تکي آواز ۾ چيو تہ ”مالڪن کي پنھنجو حقو ناھي ڏيو“ ۽ چپ ٿي حقي ناھڻ ۾ مصروف ٿي ويو. لعلڻ سائين جن اتي ئي ويٺا رھيا، فقير جيئن ئي حقو تيار ڪيو تہ لعلڻ سائين جن کي ڏيئي چيو تہ ”جلدي موٽائي اچجان“ جنھن تي لعلڻ سائين جن جي دل باغ بھار ٿي وئي ۽ فقير کي حاضر چيائون، اھو سڄو لقاءُ انور سائين جن سامھون ڏسي رھيا ھئا. لعلڻ سائين جي ھٿن ۾ حُقو ڏسي مالڪ انور سائين جن کِل ۾ ويڙھجي ويا ۽ لعلڻ سائين جن کي چيائون ”واھ ڇوڪرا واھ حاجي فقير کان حقو وٺي آئين!“ لعلڻ سائين جن وراڻيو ”جي مالڪ“.

انور سائين جن دلين جا مالڪ ھئا. لعلڻ سائين جن جي ذڪر واري خواھش کي محسوس ڪندي لعلڻ سائين جن کي حڪم ڪيو تہ اوھان وضو ڪري اچو تہ اوھان کي ذڪر الاھي ڏيون، پوءِ اھڙي طرح سائين جن جو دلي.عرض قبول ٿيو ۽ انور سائين جن جا دست بيعت ٿيا.

لعلڻ سائين جن ٻڌائيندا ھئا تہ انور سائين جن اسان کي ذڪر فڪر ۽ زيارت سان گڏ انسان ذات جي خدمت جي بہ تلقين ڪئي. پوءِ سالن جا سال لعلڻ سائين جن پنھنجي مرشد ڪامل جي خدمت ۾ درگاھ تي رھيا ۽ راڳ ويراڳ، جھاڙو مٽي سان گڏ پنھنجي مرشد ڪامل جي روحاني ڪچھرين ۽ رَھڻي ڪَھڻي مان بہ فيضياب ٿيندا رھيا.

ڪجھ عرصي گذرڻ بعد لعلڻ سائين جن پنھنجي پائرن سميت راڳ ويراڳ ۾ پڪا ٿي چڪا ھئا، ھنن جي اندر ۾ برھ پيڙ مچائي ڏنا ھئا. پاڻ فرمايو اٿن:

سيني ۾ سيد چوي، برھ لاتي باھ
ناھي آڳ اجھڻ جي، ٻاريو عشق اڙاھ
سنڌ سنڌ سڙيو سور ۾، نڪري آتش پري آھ
لعلڻ سائين ساھ، جلي پيو جوش ۾

سندن سُنگ ۾ ھارمونيم تي خدا بخش منگي عرف ڪانڌاري ۽ ڍولڪ تي فقير حيدر بخش مگڻھار سنگت ڪندا ھئا. لعلڻ سائين جن جڏھن وجداني ڪيفيت ۽ موج مستي ۾ پنھنجي مرشد ڪامل جي ھر

اوست واري ٻولي سندن اڳيان ڳائيندا هئا ته مرشد ڪامل محو مراقبي ٿيندا هُئن ۽ محفل ۾ ويٺل فقراءَ رقص ڪندو هو، هاڻي هي سنڌ جو تمام پختو ۽ پروازي جوڙ ٿي پيو هو ۽ پنهنجي مرشد سان ٻه سفر مسافري ۾ گڏ هوندو هو.

ڪجهه عرصي کان پوءِ پنهنجي مرشد حڪم ڪين ته هاڻي اوهان صوفي درگاهن جو سير ڪيو ۽ اسان جو روحاني پيغام ويراڳ ذريعي عام ڪيو. لعلڻ سائين جن پنهنجي رهبر جي هدايت تي سنڌ، پنجاب ۽ بلوچستان جي ڪجهه درگاهن جو سير ڪيو جن مان ڪجهه درگاهون هيٺ ڏجن ٿيون.

درگاهه سيد شير شاهه جلال قطب ڪمال سرخ پوش اچ شريف، جنهن سان لعلڻ سائين جن جو خانداني سلسلو به ملي ٿو، درگاهه خواجه غلام فريد مٺڻ ڪوٽ، درگاهه غوث بهاؤالدين زڪريا ملتان، شاهه رڪن عالم ملتان، درگاهه صوفي شاهه عنايت شهيد جهوڪ شريف، درگاهه شاهه عبدالڪريم بلڙي وارو، درگاهه شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ درگاهه سچل سرمست راڻي پور درازا شريف، درگاهه بيدل و بيڪس سائين روهڙي، درگاهه صوفي محمد سائين ڪٽياڻ، درگاهه ٻُڍل فقيرؒ شڪارپور، درگاهه صوفي خير محمد سائين هيسباڻيؒ درگاهه ڪچي ڏٽي قلندرؒ ڪڇ بلوچستان، درگاهه صوفي رڪيل شاهه بلوچستان، درگاهه صوفي روحل فقير ڪنڊڙي شريف، درگاهه صوفي محمد سائين گهوٽو گهوٽڪي، درگاهه مخدوم نوح سرور هالا ۽ ٻيون ننڍيون وڏيون درگاهون شامل آهن. سائين انهن درگاهن توڙي جهرجهنگ وچي پنهنجي هادي جو عارفاڻي ۽ وجداني شاعري وارو پيغام هر عام و خاص تائين پهچايائون. ان سلسلي ۾ هڪ دفعي سائين جن صوفي فولاد فقير شر اڳيان ويراڳ ڪري رهيا هئا ۽ انور سائين جن جي ڪافي "عدم ۾ دم صورت الله دم آ، فنا منجهه بقا فنا في الله دم آ" پوري موج مستي ۽ وجداني ڪيفيت ۾ ڳائي رهيا هئا ته فولاد فقير مراقبي ۾ گم ٿي ويا ۽ پڻ انهن تي به وجد طاري ٿي ويو، ڪافي ختم ٿي ته پوري محفل ۾ سانت ڇانجي وئي صرف فولاد فقير جي دم جو آواز اچي رهيو هو، گهڻي دير

ڪان پوءِ فقير، سائين جن ڏانهن نهاري چيائين تہ ”ها ادا ها! تڪي طالب جا طالب آهيو، بلڪل انور جو پرواز وڏو آ“.

لعلڻ سائين جن جواني ۾ جڏهن بيهي ويراڳ ڪندا هئا تہ سندن وار اپا ٿي ويندا هئن ۽ راڳ دوران پاٽي گهٽو پيئندا هئا چپڙي جي رفتار تمام تيز ۽ يڪتاري جون ٻيئين تندون هلائيندا هئا ۽ راڳ دوران وِجد ۾ ڦيريون بہ پائيندا هئا. گُر تار جا پڪا پختا، راڳ لئي جا قابل، ڪَلواڙي، ڏاڏِري، مُغلائي ۽ چينچَل وَچتِ ۾ گهٽيون ڪافيون ڳائيندا هئا.

لعلڻ سائين جن سير سفر دوران جن الله وارن درويشن سان ملاقاتون ۽ روح رهاڻيون ڪيون انهن ۾ سائين غلام شاه ڪٽ ڏٽي درگاه قلندر ڪبريا، صوفي در محمد سائين هيسباڻي تخلص (در لعل سائين)، صوفي محمد فقير ڪنياڻ جو فرزند گل محمد سائين ۽ سندس سوٽ فقير رئيس دوست علي سائين، صوفي عبدالستار سائين (دوم)، صوفي محمد وارث سائين جهوڪ شريف، صوفي ٻڍل فقير جن جو نينگر صوفي عبدالڪريم سائين، صوفي عبدالحڪيم سائين ۽ پوٽو فقير مست محمد مقيم سائين، صوفي فولاد علي فقير شر ۽ سندس نينگر صوفي علي گوهر فقير، صوفي غمدل فقير دايو، صوفي محمد فقير گهوٽو ۽ صوفي سخي محمدڻ فقير گهوٽو، صوفي سيد داتا ولايت علي شاه، صوفي فقير جانڻ چن، صوفي وريل فقير ابڙو (دوم) صوفي سيد پاڪ پيرل شاه ۽ سائين علي شاه سهڪجي وارا، صوفي نصير فقير جلالاڻي، سائين نوئوَل بهار سجاده نشين درگاه سائين شير شاه جلال سرخ پوش اچ شريف، سائين غلام شبير شاه پٽ ڏٽي، سائين احمد شاه ملنگ جهانگارن وارو، صوفي سيد گنبل شاه ڪوٽ بنگلو، صوفي سيد چيزل شاه فتح پور، سيد اظهر گيلاني، مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ سردار صحافت آبروءِ قلم سيد سردار علي شاه ذاڪر ۽ ٻيا ڪيترائي صوفي درويش ۽ اديب سائين جن جا همعصر رهيا.

مذڪوره درگاهن جي ديدار کان واپس اچي وري پنهنجي مرشد ڪامل جي خدمت ۾ رهي فيض معرفت حاصل ڪندا رهيا. ڪجھ عرصي

کان پوءِ پنهنجي مرشد ڪامل کان امُر اِرشاد ٿين ته اوهان پنهنجي ڳوٺ وڃي آستانو ٺاهيو ۽ پنهنجي والد بزرگوار ۽ ٻي ايندڙ ويندڙ فقراءَ جي خدمت ڪريو، جنهن تي لعلڻ سائين جن عرض ڪيو ته اُتي اسان کي اوهان جي ديدار کان سواءِ مزو نه ايندو. ڪين مرشد ڪامل فرماين ته اسان ظاهر ۾ اوهان جي آستاني تي ايندا رهندا سون، لعلڻ سائين جن سان انور سائين جن ٻه فقير به سات ۾ ڏنا، پوءِ سائين جن پنهنجي هادي جي هدايت تي پنهنجي ڳوٺ اچي حويلي جي ڀر سان هڪ آستانو قائم ڪيائون ۽ پنهنجي والد جي خدمت سان گڏ هر آئي وئي فقراءَ جي خدمت ڪرڻ لڳا. ان دوران لعلڻ سائين جن کي عشق مجاز جي به چوٽ لڳي حسن اچي حملو ڪيو، جنهن ۾ برهه جا بار، بدناميون، وڏيرا شاهي جا واءُ ويلا ڀر عشق اجان اڳيرو، پاڻ فرمايو اٿن.

جوڙ جسم جنسار دا انوار دا، آيا عشق حسن دي اولي

مالڪ انور سائين جن پڻ فرمايو آهي:

اکيون اڙيون اکين ۾، ديدان ٿيون دراز
اڏارين ٿيون انور چوي، برهه سندا باز
وڏائين ٿيون وصل لاءِ، غازين جا غماز
اناالحق آواز، منجهان تن معلوم ٿيو

لعلڻ سائين جن ان دوران مالڪ انور سائين جن جي هيٺين ڪافي گهڻي ڳائيندا وتندا هئا.

تو لاءِ ڀڄن ڀڳت پئي ڪردي گولي رام نام پئي ڏردي

سائين جن ٻه سال مجازي عشق ۾ مخمور رهيا ۽ ٻن سالن کان پوءِ سندن مجازي محبوب کي ظاهر ۾ پري ڪري هندوستان موڪلي ڇڏيائين. ان جدائي ۽ هجر فراق ۾ پنهنجي آستاني اندر هڪ جاءِ تي گوشي نشين ٿي ويهي رهيا، ٻارهن مهينا کائڻ، پيئڻ، ڳالهائڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ تمام گهٽ ڪري ڇڏيائون، صرف کهوه چانهه پيئندا هئا. ان دوران

ڪان پوءِ پنهنجي مرشد ڪامل ڪان امر اِرشاد ٿين تہ اوهان پنهنجي ڳوٺ وجي آستانو ٺاهيو ۽ پنهنجي والد بزرگوار ۽ ٻي ايندڙ ويندڙ فقراهہ جي خدمت ڪريو، جنهن تي لعلڻ سائين جن عرض ڪيو تہ اُتي اسان کي اوهان جي ديدار کان سواءِ مزو نہ ايندو. ڪين مرشد ڪامل فرمايَن تہ اسان ظاهر ۾ اوهان جي آستاني تي ايندا رهندا سون، لعلڻ سائين جن سان انور سائين جن ٻہ فقير بہ ساٿ ۾ ڏنا، پوءِ سائين جن پنهنجي هادي جي هدايت تي پنهنجي ڳوٺ اچي حويلي جي ڀر سان هڪ آستانو قائم ڪيائون ۽ پنهنجي والد جي خدمت سان گڏ هر آئي وئي فقراهہ جي خدمت ڪرڻ لڳا. ان دوران لعلڻ سائين جن کي عشق مجاز جي بہ چوٽ لڳي حسن اچي حملو ڪيو، جنهن ۾ برهہ جا بار، بدناميون، وڏيرا شاهي جا واءُ ويلا ڀر عشق اجان اڳيرو، پاڻ فرمايو اٿن.

جوڙ جسم جنسار دا انوار دا، آيا عشق حسن دي اولي

مالڪ انور سائين جن پڻ فرمايو آهي:

اڪيون اڙيون اڪين ۾، ديدان ٿيون دراز
اڏارين ٿيون انور چوي، برهہ سندا باز
وڏائين ٿيون وصل لاءِ، غازين جا غماز
اناالحق آواز، منجهان تن معلوم ٿيو

لعلڻ سائين جن ان دوران مالڪ انور سائين جن جي هيٺين ڪافي گهڻي ڳائيندا وتندا هئا.

تو لاءِ ڀڄن ڀڳت پئي ڪردي گولي رام نام پئي ڏردي

سائين جن بہ سال مجازي عشق ۾ مخمور رهيا ۽ ٻن سالن کان پوءِ سندن مجازي محبوب کي ظاهر ۾ پري ڪري هندوستان موڪلي ڇڏيائين. ان جدائي ۽ هجر فراق ۾ پنهنجي آستاني اندر هڪ جاءِ تي گوشي نشين ٿي ويهي رهيا، ٻارهن مهينا کائڻ، پيئڻ، ڳالهائڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ تمام گهٽ ڪري ڇڏيائون، صرف کهوه چانهہ پيئندا هئا. ان دوران

سائين جن جي جسماني طاقت بہ تمام گهٽ ٿي وئي ۽ پاڻ تمام ڪمزور ٿي پيا.

پاڻ فرمايو اٿن:

عشق اٽانگي ذات، وڃهي ونگ وڇيرن ڪي
بيوس وره وڪوڙيا، وو وو وائي وات
لعلڻ ڏينهن رات، مست آهن مطلوب ۾

ڪٿي هئين فرمايو ٿن:

آيل مون ڪي اوچتو، تکو لڳي ويو تير
رمز لڳي راڙيون ڪيان، نيٽي وهايان نير
واٽ ويندي وس نہ ڪو، ڦٽي ويو فقير
قلم قضا تقدير، لعلڻ لکيو لوح ۾

لعلڻ سائين جي پائرن ۽ فقراهہ لعلڻ سائين ڪي گهٽي ريجهائڻ ۽ ان ڪيفيت مان ٻاهر ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي پر لعلڻ سائين جن صرف هجر ۾ هنجون هاريندا هئا ۽ ڪنڌ ڌوڻ ها ۾ ڪندا هئا، پوءِ سائين جن جي پائرن ڏٺو تہ سائين جن ائين ڇلي مان نہ نڪرندا پوءِ هو ان سلسلي ۾ درگاهہ جهانپور وڃي سندن مرشد ڪامل ڪي حال حقيقت ڪيائون، پوءِ سندن مرشد انور علي شاهہ سائين جن آستاني تي اچي رَسيا، لعلڻ سائين جن چرڪ پري مالڪن اڳيان سر بسجود ٿيا، سندن مرشد ڪامل نظر عنايت فرمائي ۽ هدايت ڪندي چيائنس تہ ”سالڪ فيض جو مالڪ ٿيندو آهي“ ٻيئي ملڪ فقير جا آهن، هاڻي اوهان مجاز جي چوٽ کان پوءِ پچي پختا ٿيا آهيو، هاڻي اوهان بہ ماڻهن ڪي حق جي راهہ ڏيکاريو ۽ جيڪو اوهان وٽ پياسو ذڪر لاءِ اچي تہ ان ڪي ذڪر الاهي ڏيئي دست بيعت ڪري هن دنيا جي قيد قفس جي ڪوٽ کان آزاد ڪرايو.“ ان کان پوءِ آستاني تي رنگ رچندو ويو ۽ ڪيئي پروانا هن شمع جي شعاع تي ڪني ٿيندا ويا.

لعلڻ سائين جن رنگ، نسل، مذهبن ۽ فرقن جي فرق کان آزاد هئا. هو هندو، مسلمان کي هيڪڙائيءَ، امن سلامتي ۽ رواداري جو درس ڏيندا هئا ان ڪري ٿوري ئي عرصي ۾ لعلڻ سائين جن جي فقراهه طالبن جو انگ وڏي هزارن ۾ ٿي ويو.

پاڻ فرمايو اٿن:

برهه پڙهايو باب، تنهن ۾ علم عقل جي بات نہ ڪائي
مذهب وارا قيد ڪشالا، بار لاٿا سڀ من تان مولا
ڪامل مليو آ ڪتاب، جنهن ۾ لعلڻ بنا ٻي لات نہ ڪائي

لعلڻ سائين جن سن 1956ع ۾ پنهنجي مرشد جي امُر سان شادي مبارڪ ڪئي، جنهن مان ہ پٽن سيد فقير والي شاهه "والي سائين" (سجاده نشين درگاهه لعلڻ سائين) ۽ سيد خير محمد شاهه عرف سيد فقير غلام ميران شاهہ ۽ هڪ نياڻي جو اولاد ٿين جيڪا سيد مراد علي شاهه جي نڪاح ۾ آهي. سيد غلام ميران شاهه ليکڪ، اديب، سوشل ورڪر ۽ لعلڻ ميموريل ڪاميٽي جا صدر آهن پاڻ سنڌ جي تعليم کاتي ۾ استاد هئا ۽ درگاهه جا خدمتگار آهن.

لعلڻ سائين جن جي سيد فقير احمد شاهه ملنگ جهانگارن وارن سان بہ محبت هئي، سائين احمد ملنگ اصل اُچ شريف جا هئا، ان وقت پاڻ حاجي ڳوٺ مولودي ۾ رهائش پذير هئا سندن آستانو اڄ بہ اتي موجود اٿن، پاڻ لُنگ بند سالڪ مست هئا ۽ لباس سدائين ڪارو پهريندا هئا. لعلڻ سائين جن سان ايتري محبت هوندي هئن جو ڪين پنهنجي گوڏي تي ننڊ ڪرائيندا هئا. سائين جن پاڻ ۾ تمام گهٽي روحاني روح وِروح بہ ڪندا هئا. احمد ملنگ سائين جن سيوهڻ لڳ جهانگارن ۾ وصال ڪيائون سندن مقبرو ۽ درگاهه جهانگارن ۾ آهي، لعلڻ سائين جن بہ سائين احمد ملنگ جي محبت ۾ سڄي زندگي ڪارو لباس زيبِ تن ڪيائون.

لعلڻ سائين جن پنهنجي پوري زندگي ۾ ست لاهوت ڪيا، جنهن مان پنج پيرين پنڌ ڪيائون، پاڻ لاهوت تي وڏي موج مستي ۽

جَهجي فقراھ سان ويندا هئا. لاهوت جي اڙانگي سفر جو پاڻ منظوم سفر نامو بہ لکيو اٿن، جنهن جا ڪجھ شعر هيٺ ڏجن ٿا.

پکو پُهُہ ڪيو سين لاهوت وڃڻ جو، لڳو عشق اعلىٰ پرين جي پسڻ جو
هرمُوري جبل تي جڏهن چڙهياسين، ڏيئي پير پيرن تي ترن پر ٺرياسين
برابر صِراط واري پل تان ٽپياسين، اتي سواءِ اِسم مولا جي ٻيو چارو نہ چلڻ جو
پکو پُهُہ ڪيو سين لاهوت وڃڻ جو

وري ڪٿي هيئن فرمايو اٿن:

اڃا بہ آهين لاهوتي لعلڻ چوي
پريُن سندي پار ڏي ٿا پِرتئون پير پُرين
دونهان دکائين پسڻ خاطر پَبَ ۾

سائين جن جي زندگيءَ جو هڪ ٻيو بہ پهلو هو. پاڻ سماجي ڀلائي جي ڪمن ۾ بہ اڳيان هوندا هئا ۽ ڏکايلن ۽ ضرورتمندن جي هڙئون وڙئون مدد ڪندا هئا. پاڻ هر وقت چوندا هئا ”لاتقنطو من رحمة الله“

لعلڻ سائين جن پاڻ تمام وڏا صوفي شاعر بہ ٿي گذريا آهن. سائين جن جي شاعري مان علم، ادب، فڪر، وحدالوجود، وحدانيت ۽ تصوف جي ڳجهي رازن ۽ مجاز جي مذڪور جي ڄاڻ ملي ٿي، لعلڻ سائين جي شاعري فني حوالي سان بہ شاهڪار آهي جنهن ۾ بهترين ڪافيہ، رَدِيف ۽ تجنيس حرفي شامل آهي. پاڻ پنجن ٻولين ۾ شاعري ڪئي اٿائون، جنهن ۾ سنڌي، اردو، فارسي، سرائڪي ۽ گُرمکي شامل آهي. لعلڻ سائين جن پنهنجي شاعري ۾ گهڻو ڪري تخلص ”لاهوتي لعلڻ“ استعمال ڪيو آهي. سندن شاعري جي موضوعن ۾ صوفي شاعرن جي فهم، فڪر ۽ فلسفي وارو تسلسل برقرار آهي.

پاڻ فرمايو اٿن:

عشق اسان نون كافر كيتا، مسلماني نهين من وچ
نا كوئي دين ايمان اساڏا، نا ڪجھ دنيا ڏن وچ
ب، ت، ث دي ب'ت نہ كائي، ہي تات نہ ركون تن وچ
بت پرستي بات اساڏي، رهون بيراگي بن وچ
ظاهر باطن يار ڏٺو سي، لعلڻ هادي حسن وچ

ان سان گڏ لعلڻ سائين جن پنهنجي شاعري ۾ پاڻ سڃاڻڻ جي بہ ڳالھ كندا رهيا آهن.

پاڻ فرمايو اٿن:

كتابن مان قرار، كڏهن آيو ڪِينَكي
اُونهو سر اسرار، منجهان ئي معلوم ٿيو
منجهان ئي معلوم ٿيو، سارو سر الاهي
وڻ ٽڻ اها وائي، عاشق انا الحق جي

كٿي هيئن بہ فرمايو اٿن:

عاشق اناالحق جو، نعرو هڻ نشان
لعلڻ سر سبحان، عالم ليكي آدمي

عشق جي منزل باري آهي، عاشقن كي سڌي سولي چاڙهيندي آهي. ان موضوع تي لعلڻ سائين جن فرمائين ٿا:

عشق دي ايجهي كم اٽانگي، گهوٹ پيڙهيندي گهاٽي
هكڙين نون چا سولي اُتي، هكڙي ملھ وكاٽي
هكڙين نون چا گل گلايَس، هكڙي كرٹ چيراٽي
هكڙين نون چا روھ رُلايس، هِكڙي دي تل تاٽي
هكڙين نون چا پيٹ مڇي دي، هكڙي خُوك چيراٽي
هكڙين نون چا لَهر لڙهايس، هكڙي آڳ اُجهاٽي

هڪڙين نون چا تخت چڙهايس، هڪڙي وَلِيان واٽي
هڪڙي نون چا قتل ڪرايس، هڪڙي سانگ سلهاٽي
لعلڻ عشق اهو ڪري، جو عشق دا مزا ماٽي

ڪٿي وري نيهن لائڻ ۽ نيائڻ لاءِ هيئن فرمايو اٿن:

لاتو اٿئي تہ لاءِ سچو نانگن نينهن
ڏک ڏولاوا ڏاڪڙا اٿئي محبت سندا مينهن
لائڻ سان لعلڻ جي روءُ تون راتو ڏينهن
توڙي ڪاوَئي شينهن، تہ بہ لنگهي پئو لقاءُ ۾

پاڻ مجاز جي شاعري ۾ محبوب سان ملاقات جي سڪ لاءِ دل ۾ پيدا ٿيندڙ بيتابي ۾ ڪانگل کي پرين طرف نياپا پهچائڻ واري ڪيفيت کي هن ريت ظاهر ڪيو اٿن:

ڪانگل وڃ قريب ڏي، الله الڳ اڏري
عرض ڪجاءِ ادب سان، رکي سجدي منجهہ سِري
دل ڦاڙي دانهن ڪري، چئجان آهي ڳالهہ ڳري
مل تہ ماندائي لهي، نہ تہ ويندس محب مري
ڪوٺي يا گري، تہ بہ پاند مَ لاهج لعلڻ چئي

لعلڻ سائين جن جي گهڻ رُخي شاعري آهي، جنهن ۾ مارئي جي حب الوطني، سسئي جي جاڪوڙ، مومل جا ماڻا ۽ ٻيا ڪيئي ڪردار ملن ٿا. پاڻ فرمائين ٿا:

مومل سندي ماڳ تي، آيا لک راڻا
اچي ڪَڪوريا ڪاڪَ تي، ڪي چريا ڪي سياڻا
مومل جا ماڻا، موهيا سڀ مينڌري

لعلڻ سائين جن مارئي جي ترجماني هن ريت ڪئي آهي:

ڏاڏاٽن ڏني مونکي ڏينهن تيام
سارن منهنجي ساھ کي سانگي صبح شام
وڻا مينهن ملير تي کوڙن کيل کيام
مارون پنهنجي مال کي، لاڙي ڏين لام
ويڙها ويڙهيچن جا وسري کين ويام
ماروائي مام لعلڻ لوئي کيئن مان لاهيان

پاڻ سسئي جون صدائون هن ريت پيش ڪيون اٿن:

ٻارو چل پنيور ۾، ڇا ڪئون ڇڏي ويو
راتيان ڏينهان روح ۾، گوندر گڏي ويو
لعلڻ لَڏي ويو، ڪري بس پنيور ڪان

لعلڻ سائين جي شعر ۾ فطري حسن و جمال جو ذڪر ٻه ملي ٿو تہ وري ڪٿي سارنگ جي رمجھم ٻه نظر اچي ٿي. پاڻ سارنگ کي هن ريت بيان ڪيو اٿن:

سارنگ لڏڙي سار، وڻني ويڙهيچن ورھ وسايا
ساوڻ ويس وسڻ جا پايا، سانگين جا تيا لايا سجايا
جُهڙ ڦُڙ مينگهه ملهار، بادل ڀٽن تي پرجي آيا
وڻ ٽن ٻوٽا ٿهڪن ٿاريون، ٻرڙيون پوريون ڪُنڊيون ڪاريون
ڦوڳن ڪئي آڦُلار، مولا وڇڙيا محب ملايا

پاڻ ڪربلا جي شهيدن جي ياد ۾ ڪيڏارو ٻه لکيو اٿائون جنهن مان هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

سورھ منهنجا سپرين، آيا رضا مجي راوَت
دغا رکي دل ۾، ڏني دو زبانن دعوت
رکي پلاڻ پاکوڙن تي، پاڙيائون پهنجي پت
حُر ٻه ڇيو هليا وجو، هت نہ آ حاجت

فرمايو فائق، اِتي مونڻ ناهي مَت
سِر ڏيئي ثابت، لعلڻ لوءِ لڏي ويا

لعلڻ سائين جن 26 ذوالقعد 1419ھ بمطابق 26 مارچ 1998ع تي وصال ڪيائون پنهنجي درگاھ شريف تي مقبري ۾ مدفن آهن.
سندن ساليانو عرس مبارڪ 20،21،22 ۽ 23 مارچ تي هر سال ملهايو ويندو آهي.

اطائي عشق اعظم ۾ اچي اظهار ٿيو لعلڻ
نظاري نينهن ۾ نيهي نچي نروار ٿيو لعلڻ
(والي سائين)

اڄ عشق جي عالم ۾ اظهار ٿيو لعلڻ
حق حسن سراپا آ حُبدار ٿيو لعلڻ
(اظهر گيلاني)

هن دنيا جي دور ۾ سلطان هو صوفي صفا
دم بقا بالله ۾ داخل ٿيو دارالبقاء
(علي نواز "نازڪ")

ڏار تي دلبر ويودلدار هو لعلڻ سائين
ڏيئي وڇوڙو يار ويوآڏار هو لعلڻ سائين
(منثار علي "تهدل")



سيد فقير انور علي شاهه بخاري

صوفي القادري

جهانپور شريف

(1961ع ـ 1906ع)

(لعلڻ سائينءَ جن جا مرشد ڪامل)



**فقير سيد جهنگل شاهہ مست بخاري**

**ولد سيد عظيم شاهہ (اول)**

**(1904ع - 1967ع)**

**(لعلڙ سائينءَ جن جا والد)**



فقير سيد لعل شاھ لعلڻ سائين

صوفي القادري السروري

(1998ع - 1930ع)



فقير سيد لعلڻ سائين

صوفي القادري السروري

(گيڙو ويس ۾)



فقير سيد والي شاهہ (والي سائين)

(لعلڻ سائين جا وڏا فرزند)

سجاده نشين درگاهہ عاليہ لعلڻ سائين

صوفي القادري السروري



**فقير سيد والي سائين**

(گيڙِو ويس ۾)



سيد فقير سخاوت علي شاھ

عرف سيد سخاوت حضور بخاري

(صاحبزاده سيد انور علي شاھ ثاني)

موجوده سجاده نشين درگاھ عاليہ جھانپور شريف



فقير سيد منور علي شاهہ

ولد سيد فقير حضور بخش شاهہ

درگاهہ عاليہ جهانپور شريف



فقير سيد وڏڻ شاهہ بخاري

(لعلڻ سائينءَ جا وڏا ياءُ)

(1928ع ـ 2019ع)



فقير سيد عظيم شاهہ (دوم)

(لعلڻ سائين جا ننڍا ڀاءُ)

(2015ع - 1933ع)



فقير سيد غلام ميران شاهہ

صوفي القادري

(لعلڻ سائينءَ جا ننڍا فرزند)

۽ ڪتاب جا سهڙيندڙ




روضو مبارڪ فقير سيد لعلڻ سائين صوفي القادري




درگاھ جو ٻاهريون ڏيک

شجره مبارڪ
سلسلہ حسب و نسب

# فقير سيد لعل شاهہ المعروف لعلڻ سائين صوفي القادري السروري رحہ

______ حضرت آدم عليہ السلام پهريون انسان ۽ پهريون نبي عمر 930 سال
بن______ حضرت شيث عليہ السلام عمر 912 سال
بن______ آنوُش 905 سال
بن______قِينان 910 سال
بن______ مهلائيل/ملهل ايل 895 سال
بن______ يارَد 962 سال
بن______حضرت ادريس عليہ السلام/أخنوخ 365 سال
بن______مَتُشالخ/متوشائخ 969 سال
بن______ لامِڪ 777 سال
بن______حضرت نوح عليہ السلام 950 سال
بن______ سام 602 سال
بن______أرفخشار/ارفڪشاد 438 سال
بن______عابِر 460 سال
بن______فالِخ/فالَج 239 سال
بن______أرُغوا/رعو 239 سال
بن______سَارُوغ/سروج 232 سال
بن______ناحُور 159 سال
بن______تارَخ/آذر/تاره 205 سال
بن______ حضُرت ابراهيم عليہ السلام 175 سال
بن______حضرت اسماعيل عليہ السلام 137 سال

بن________ قيدار

بن________عِرام/عَزام

بن________عِوَض/عوص

بن________مُزِي/مزَيّ

بن________سَمِي/شميً

بن________زارح/قميرً

بن________ ناحَث

بن________ مُقَصر/مقصي

بن________ اِيهام/ابهام

بن________ أقناد/اياهم

بن________ عِيصَر/عاصر

بن________ ذيشان/ديشان

بن________ عَيضِي/عاقر

بن________ارعَوَي/وعدع

بن________ يَلحَن/عنود

بن________ يَحزن/يخرن/قسور

بن________ يَثربي/يثرم

بن________ سَنبَر/بشيمن

بن________ حَمدان/اسماعيل

بن________ دُعا/ألدعا/ألطعان

بن________ عُبَيد/زو المطانج

بن________ عَبقَر/ابراهيم/جامع الشمل

بن________ عَيفي/عافي/عبقر ابو الحسن

بن________ ماخي/عرب الظريب

بن________ ناجِش/الشهدود

بن________ جاحم/علته

بن________ طابخ/طانج/طاهب

بن________ يَدلاف/رائم

بن ______ بلداس/محتمل

بن ______ حِزا

بن ______ ناشِد/محلم ذو العین

بن ______ عَوام/عَوام/قموال/بریح الناحب

بن ______ أبي/أبي/سَعد رجب

بن ______ قموال/یوز/عشر العتاء

بن ______ بُوز/ثعلبہ

بن ______ عَوص/منجر/نبیت

بن ______ سلامان/همیدع/شاحب

بن ______ همَیسَع

بن ______ أؤد/أدو

بن ______ عدنان ___ زوجہ مَحَدُد

بن ______ مَعد ___ زوجہ معانہ

بن ______ نِزار ___ زوجہ سودہ

بن ______ مُضَر ___ زوجہ رباب

بن ______ الیاس ___ زوجہ لیلیٰ

بن ______ مدرِکت ___ زوجہ سلمیٰ

بن ______ خُزیمہ ___ زوجہ اعوانہ هِندُ

بن ______ کنانہ ___ زوجہ برہ

بن ______ نَضَر ___ زوجہ عِکرِشہ

بن ______ مالک ___ زوجہ جَندَلہُ

بن ______ فِهد/فهبرالمقلب قریش ___ زوجہ لیلیٰ

بن ______ غالب ___ زوجہ عاتکہ

بن ______ لُؤيّ ___ زوجہ ماویہ

بن ______ کعبٌ ___ زوجہ مخشیہ

بن ______ مُرہ ___ زوجہ هِند

بن ______ کِلاب ___ زوجہ فاطمہ

بن__________ قصَي ____زوجہ جُبي
بن__________ عبدالمناف ____زوجہ عاتکہ
بن__________ هاشم ____زوجہ سلمیٰ
بن__________ عبدالمطلب ____زوجہ فاطمہ
بن__________ حضرت ابوطالب رحؒ ____زوجہ فاطمہ
بن__________ حضرت اميرالمومنين امام المَشرقين وَالمغربين حيدر کرار امام علي المرتضیٰ عليہ السلامہ
بن__________ حضرت امام حسين عليہ السلام شهيد کربلا
بن__________ حضرت امام المتقين زين العابدين عليہ السلام (اسير کربلا)
بن__________ حضرت امام محمد باقر عليہ السلام
بن__________ حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام
بن__________ حضرت امام موسیٰ کاظم عليہ السلام
بن__________ حضرت امام علي رضا عليہ السلام
بن__________ حضرت امام محمد تقي عليہ السلام
بن__________ حضرت امام علي نقي عليہ السلام
بن__________ سيد جعفر شاه صاحب (ثاني)
بن__________ سيد علي اکبر شاه صاحب
بن__________ سيد عبدالله شاه صاحب
بن__________ سيد احمد شاه صاحب
بن__________ سيد محمود شاه صاحب
بن__________ سيد محمد شاه صاحب
بن__________ سيد جعفر شاه صاحب
بن__________ سيد سعد علي شاه بخاري صاحب
بن__________ سيد شير شاه جلال قطب کمال الختاب سرخ پوش (أچ شريف)
بن__________ سيد سعدي احمد کبير بخاري رحؒ
بن__________ سيد جلال الدين شاه جهانيان جهان گشت رحؒ (أچ شريف)
بن__________ سيد محمود ناصرالدين شاه کلان بخاري رحؒ
بن__________ سيد حامد کبيرالدين شاه صاحب رحؒ

بن ______ سيد رڪن الدين شاه ابوالفتح بخاري رح
بن ______ سيد جلال الدين شاه توڪچي بخاري رح
بن ______ سيد زندان شاه بخاري رح
بن ______ سيد مهر علي شاه بخاري رح
بن ______ سيد هاشم شاه بخاري رح
بن ______ سيد ثاري شاه رح (ماتيلو مومل جي ماڙي)
بن ______ سيد جمال الدين شاه بخاري رح
بن ______ مخدوم الاولياء سيد نبي شاه بخاري رح (نهرو) (لڳ پنوعاقل)
بن ______ سيد حبيب شاه بخاري رح
بن ______ سيد محمد شاه بخاري رح
بن ______ سيد سوائي شاه بخاري رح
بن ______ سيد مفتي شاه بخاري رح
بن ______ سيد والي شاه بخاري رح
بن ______ سيد خير محمد شاه بخاري رح
بن ______ سيد لعل شاه بخاري رح
بن ______ سيد عظيم مست شاه بخاري رح
بن ______ سيد جهنگل شاه مست بخاري رح (ڳوٺ حاجي مولودي)
بن ______ سيد لعل شاه بخاري المعروف فقير سيد لعلڻ سائين صوفي القادري السروري رح

بن



# مددي ڪتاب

ڪتاب رحمت العالمين جلد دوم مصنف سليمان صاحب منصورپوري

خاتم النبيين (مترجم و مولف منشي نذير احمد سيماب قريشي بنهالوي گورداس پور حال مقيم لاهور)

انور سائين جو رسالو سهيڙيندڙ سيد فقير عبادت علي شاه

جنت السنڌ مصنف رحيمداد مولائي شيدائي

ڪتاب گلزار قلندر پاران محڪمه اوقاف سنڌ

سيد سبحان شاه سيد جمن شاه (خان جو ڳوٺ)

## شجره طريقت

# فقير سيد لعل سائين صوفي القادري السروري رح

---

**محمد مصطفىٰ ﷺ**

جناب شاهِ لولاڪ - سرتاج الانبياء - مزمل - شمسُ ضحىٰ - خاتم النبيين - پيشوا المُرسلين -

تين - طٰه - ياسين -

عربي العجمي - مَڪي اَلمدني - ڪافي الف لام م -

ابو الفاطم و قاسم و ابراهيم -

حضور الهُدىٰ - رَسولِ خدا مُحَمَّد مصطفىٰ - اَحمدِ مجتبىٰ - سَروَرِ ڪائنات - صلي الله عليہ وعالہ وسلم

(در شهر مڪ و مدينہ بملڪ عربستان)

**دست بيعت**

جناب سيد پاڪ حيدر الڪرار - فاتح احد و خيبر - والله شبير و شبر - امام ال اَولين - امير المومنين حضرت مولا علي المرتضىٰ مشڪل ڪشا شير خدا - ولي الله - وصي رسول الله عليہ السلام

(دار السلطنت ڪوفہ عراق و مڪي مدني عربستان)

## دست بيعت

جناب سيد فيض ماب فرزند وارثِ امام مسند مهمانِ كربلا۔ لخت جگرِ فاطمہ سيد الصابرين۔ امام المَشرقين والمغربين۔ حضرت امام حسين عليہ السلام

(نينوا بملك عراق)

## دست بيعت

جناب فرزند ارجمند۔ زيور پهريل۔ امام العاشقين۔ حضرت امام زين العابدين عليہ السلام چوٿون امام۔ مسافرِ ولايت شام

(ولايت شام۔ بملك مدينہ منوره عربستان)

## دست بيعت

جناب سيد پاڪ۔ فرزند پشتِ احمد۔ روشن ضمير۔ شام جي مصيبتن جو شان۔ پنجون امام حضرت محمد باقر عليہ السلام حق جو امام شيرين شهادت جام

( مدينہ منوره بملك عربستان)

## دست بيعت

جناب فرزند لولاڪ لامڪان۔ روشن ضمير۔ مذهب منير۔ حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام۔ بابرڪت جام۔ حُسين شهادت

( مدينہ منوره بملك عربستان)

## دست بیعت

جناب سید فرزند_ سعادت مند_ ذیشان_ هفت امام_ حضرت موسیٰ
کاظم علیہ السلام_ شہادت پرجام
(در شہر کاظمین شریف بملک عراق)

## دست بیعت

جناب سید فرزند روشنِ اسلام_ امام مَشرق و مغرب_ اٹون امام
سید سادات_ حضرت امام علي رضا علیہ السلام_ شہید پاک جان
(در شہر مشہد مقدس بملک ایران)

## دست بیعت

عزت ماب محلي ال القاب_ شیخ المشائخ_ جناب خواجہ معروف
کرخي صوفي القادري رحمت اللہ علیہ
(در شہر ولایت کرخ بملک ترکستان)

## دست بیعت

سردار السالکین_ محنت جفا پر آفرین_ ابوالحسن خواجہ سري
سقطي صوفي القادري رحمت اللہ علیہ
(در شہر اصفهان اڌ جهان بملک ایران)

## دست بیعت

طالب المولی۔ ولی اللہ۔ پیر خدا رسید ابوالقاسم جناب خواجہ جنید بغدادی صوفی القادری رحمت اللہ علیہ
(در شہر بغداد شریف بملک عراق)

## دست بیعت

جناب فیض ماب۔ شیخ المشائخ۔ خواجہ ابوبکر شیخ شبلی رحمت اللہ علیہ صوفی القادری
( در شہر مکہ شریف بملک عربستان)

## دست بیعت

صاحبِ ولایت۔ پیر مخدوم۔ ابوالفضل عبدالواحد بن عبدالعزیز صوفی القادری رحمت اللہ علیہ
(در شہر یمن بملک ولایت یمن)

## دست بیعت

صادق قدوۃ۔ الاصفیاء۔ شہنشاہ جناب مخدوم ابوالفرح یوسف عبداللہ طرطوسی رحمت اللہ علیہ
(درشہر ولایت طرطوس بملک مصر)

## دست بیعت

بابرکت۔ جناب مخدوم۔ ابوالحسن علي بن محمد یوسف قریشي الھنکاري صوفي القادري رحمت اللہ علیہ

( در شھر ھنکار بملک ترکستان)

## دست بیعت

والي شان۔ صادق الایمان۔ جناب مخدوم۔ ابي سعید بن علي مبارک مخرومي صوفي القادري رحمت اللہ علیہ

( درشھر مخروم بملک مصر)

## دست بیعت

سید عاشقین۔ محبوب خدا۔ قطب اولیاءُ۔ پیران پیر۔ روشن ضمیر۔ غوث سبحاني۔ میران محي الدین جیلاني۔ سید ابو محمد عبدالقادر جیلاني صوفي القادري رحمت اللہ علیہ

( در شھر بغداد الملک عراق )

## دست بیعت

سید فرزند۔ عقیدت مند۔ بابرکت۔ پُر کَشف کرامت۔ جناب سخي سید۔ میان عبدالرزاق شاہ صوفي القادري رحمت اللہ علیہ

( در شھر بغداد بملک عراق)

## دست بیعت

فیض معاب۔ کامل اکمل اولیاء۔ سید عبد الجبار صاحب صوفي
القادري رحمت الله علیہ
(در شهر بملک نا معلوم)

## دست بیعت

صاحبِ ولایت۔ صادق الایمان۔ جناب سید یحیي صاحب صوفي
القادري رحمت الله علیہ
( در شهر بملک نامعلوم )

## دست بیعت

فقیر السالکین۔ کشف و کرامت۔ صاحبِ ولایت۔
سلطان نجم الدین صاحب صوفي القادري رحمت الله علیہ
(در شهر برهانپور بملک هندستان)

## دست بیعت

محبت الجفا۔ پر آفرین۔ ولي الله۔ جناب سید عبدالفتاح (کاشف)
صوفي القادري رحمت الله علیہ
( در شهر بملک نامعلوم )

## دست بیعت

صاحبِ ولایت_ صادق الایمان_ جناب سید عبدالقادر عبدالبقاء
صاحب صوفي القادري رحمت الله علیہ
( در شهر بملک نا معلوم )

## دست بیعت

عزت ماب_ شمس الدینیات_ سید عبدالجلیل صاحب صوفي
القادري رحمت الله علیہ
( در شهر بملک نامعلوم)

## دست بیعت

فقیر پوش_ مظهر منیر_ روشن تصویر_ فقیر سلطان_ سید
عبدالرحمان صوفي القادري رحمت الله علیہ
( در شهر دهلي بملک هندستان )

## دست بیعت

قطبُ الخطاب_ رفیع الدرجات_ شمس العارفین_ سلطان العارفین_
حضرت باهو سلطان صوفي القادري رحمت الله علیہ
(در شهر ضلع جهنگ پنجاب بملک پاکستان)

## دست بيعت

فقير فيض گنجور_ با شريعت_ صوفي صفا_ مولوي ميان تاج
صوفي القادري رحمت الله عليہ
( در شهر ميان جو ڳوٺ لڳ همايون جيڪب آباد بملڪ پاڪستان)

## دست بيعت

طارق الدنيا_ روشن تصوير_ عامل بي بها_ سيد قلندر علي شاه
ڪيچ ڏٽي صاحب ولايت صوفي القادري رحمت الله عليہ
( در شهر ڪيچ، ياڳ ناڙي بلوچستان بملڪ پاڪستان)

## دست بيعت

درويش صفت_ اولياء اڪسير_ شيخ السالڪين_ جناب سيد صاحب
ڏني شاه صاحب صوفي القادري رحمت الله عليہ
( در شهر وستي عنايت شاه گهوٽڪي سنڌ بملڪ پاڪستان)

## دست بيعت

رهبر قدوت السالڪين_ ڪتب العاشقين_ معرفت ماب_ شمس
الختاب_ فقير التفسير_ رحمت التارقين_ شيخ الڪاملين
والمتقين_ صوفي باصفا_ مرشد طريقت_ شهنشاه مخدوم فقير سيد
انور علي شاه صاحب صوفي القادري السروري رحمت الله عليہ
( در شهر جهان پور شريف ضلع گهوٽڪي سنڌ بملڪ پاڪستان )

## دست بيعت

عقيدت مند۔ صادق الصداقت۔ ابر رحمت۔ قدسي خطاب۔ عمره العارفين۔ امير الامير ۔ اولاد شبير۔ ولي الله واصل۔ صفت جلال و جمال۔ حال مست خيال سالڪ۔ سيد فقير مخدوم لعل شاه مست بخاري العروف لعلڻ سائين صوفي القادري السروري رحمت الله عليہ ( در شهر ڳوٺ حاجي مولودي ضلع گهوٽڪي سنڌ بملڪ پاڪستان)

فرزند ارجمند
فقير صورت۔ رهبر۔ شيرين زبان۔ صابرين۔ فيضِ روان
سيد فقير والي شاه بخاري
المعروف والي سائين
( سجاده نشين درگاه
عاليہ فقير سيد لعلڻ سائين)

فرزند ارجمند
فقير سيد خير محمد شاه
المعروف سيد غلام ميران شاه
(خدمتگار درگاه عاليہ صوفي لعلڻ سائين)

# لعلڻ سائين رحہ جن جا طالب فقراھ

**فقير غلام جعفر چاچڙ:**

فقير غلام جعفر جماڻي چاچڙ ڳوٺ غلام جعفر ڪچي گدپور لڳ، تعلقو پنوعاقل جو هو. فقير جوانيءَ ۾ ئي انور سائين جي امُر سان لعلڻ سائين جو طالب ٿيو، پنهنجي مرشد جو عاشق پروانو هيو، فقير صوفي شاعر بہ ٿي گذريو آهي، سندس چيل ڪلام مرشد جي عشق سان ڀرپور آهي.

پنهنجي ڳوٺ ۾ آستانو ناهيائين، سخي فقير ٿي گذريو آهي، پنهنجي آستاني ۾ مدفن آهي، فقير جي ورسي ملهائي ويندي آهي.

**لعل فقير لاڙڪ:**

فقير لعل بخش (لعل فقير) فقير ذات جو لاڙڪ پيرڳوٺ لڳ پنهنجي ڳوٺ جو وينل هيو، هي فقير حال خيال وارو ٿي گذريو آهي، فقير پنهنجي ڳوٺ ۾ ٻارن کي قرآن پاڪ پڙهائڻ سان گڏ ديني تعليم بہ ڏيندو هيو. لعلڻ سائين جي طالب ٿيڻ کان پوءِ سڄي زندگي گيڙو الفِي ۾ گذاريائين پنهنجي ڳوٺ ۾ آستانو ناهيائين جتي هر عام و خاص ماڻهن کان سواءِ فقراء جو گهڻو اچڻ وڃڻ ٿيندو هيو، فقير شاعر بہ ٿي گذريو آهي.

وصال کان پوءِ سندس پنهنجي آستاني ۾ دفن ڪيو ويو. فقير جا طالب فقير آهين. ساليانو ورسي ملهائي ويندي آهي.

## فقير قلندر بخش سنجراڻي:

فقير زندگي جو گهڻو حصو پنهنجي مرشد لعلڻ سائين سان گذاريو سڄي زندگي حال ويس ۾ گذاريائين، سندس پيڻ آئي نازل به گيڙو گگي ۽ ويس ۾ پاڪن جي خدمت ڪندي گذاريو. فقير همايون لڳ تعلقي شڪارپور جو وينل هيو. جاڳڻ لڳ پنهنجي آبائي قبرستان شاهه جليل ۾ مُدفن آهي.

## حڪيم فقير مارفاڻي:

فقير حڪيم مارفاڻي وينل ڳوٺ جاڳڻ تعلقو شڪارپور جو هيو، فقير طالب ٿيڻ کان پوءِ سڄي زندگي درگاهه تي پنهنجي مرشد جي خدمت ڪندي گذاري، سدائين گيڙو الفي ۽ ويس ۾ گذاريندو هيو، فقير سيلاني هيو ۽ درگاهه تي هر ايندڙ جي خدمت ڪيائين.

فقير شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي شاعري کان گهڻو واقف هيو. آخري دم به پنهنجي مرشد جي در ڏنائين. درگاهه تي مدفن اهي.

## فقير غلام علي سولنگي:

هي فقير پنهنجي قبيلي جو چڱو مڙس پڳدار هيو، ڦوهه جواني ۾ طالب ٿيڻ کان پوءِ سڄي زندگي ترڪ ڏيئي پنهنجي مرشد جي در تي گذاريائين. سيلاني ۽ زيارتي فقير هيو، سندس ڪڇهريءَ ۾ مناس ۽ پيار هوندو هيس، ڪجهه شاعري به ڪيائين ۽ پاڻ کي گولو (خدمت ڪندڙ) سڏائيندو هيو، وصال کان پوءِ پنهنجي آبائي قبرستان ڳوٺ وارث ڏنو ماڇي تعلقو رتوديرو ۾ مدفن آهي.

### فقير قلندر بخش پيو:

فقير قلندر بخش پيو ڳوٺ سمندر خان پيي تعلقي ميرپور ضلعي گهوٽڪي جو رهواسي هو، هي پنهنجي قبيلي جو پڳدار هيو. ان سان گڏ روح ورونهن ۾ محبت جو قائل هو.

فقير شاعر ۽ سنو ويراڳي هو. اڪثر لعلڻ سائين اڳيان هي ڪافي آلاپيندو هو. (جڳ وساريو ڇا ٿيو، مرشد تون نہ وسارج). فقير ڪي لعلڻ سائين جن پيار مان خُوشدِل سڏيندا هئا. فقير مرشد جي محبت ۾ اڪثر ڪارا ڪپڙا پائيندو هو. هن جو ناهيل آستانو قائم و دائم آهي. وصال ڪان پوءِ پنهنجي آبائي قبرستان ۾ مدفن آهي.

### فقير خير محمد لاشاري:

فقير خير محمد لاشاري دائُو شهر ضلعي جيڪب آباد جو رهواسي هو، هي پلو ويراڳي فقير هو، هي لعلڻ سائين جن سان گڏ ويراڳ ڪندو هو، راڳ ويراڳ جو سريلو ۽ مٺين آلاپن سان ڳائيندو هو. هن سڄي حياتي مرشد سان گڏ گذاري. هي فقير پنهنجي آبائي قبرستان ۾ دفن ٿيل آهي.

### فقير رئيس گنو معرفاڻي:

هي فقير سالڪ خيال ۽ سچي سخن وارو هو. پنهنجي مرشد جو عاشق ۽ پروانو هو، هو سخي ۽ نيڪ دل هو، هن جي آستاني تي ننگر نياز سڄو ڏينهن هلندو هو، وصال ڪان پوءِ هي پنهنجي آستاني لڳ شاھ جليل تعلقي ۽ ضلع شڪارپور ۾ مدفن آهي.

### سيد علي شاهہ:

سيد علي شاهہ قادرپور جي سادات خاندان مان هو، هو ڊولڪ جو پڪو پختو وڃتو هو، هن زندگيءَ جو گهڻو حصو پنهنجي مرشد سان درگاهہ تي گذاريائين ۽ لعلڻ سائين سان ويراڳ ڊولڪ تي سات ڏنائين. هاڻي هي سائين سليم شاهہ جي قبرستان قادرپور تعلقي گهوٽڪي ۾ مدفن آهي.

### فقير منظور علي پنهيار "درگاهي":

درگاهي فقير شيرانپور ضلع شڪارپور جو رهواسي هو. هن جي والدين ستن سالن جي عمر ۾ هن کي تربيت ۽ تعليم لاءِ پنهنجي مرشد لعلڻ سائين جي حوالي ڪيو هو، سائين جن کيس اسڪول ۾ داخل ڪرايو ۽ گريجوئيشن تائين تعليم ڏياريائونس پوءِ هن پنهنجي سڄي زندگي درگاهہ تي گذاري، لعلڻ سائين جن هن کي پيار مان درگاهي سڏيندا هئس. ان ڪري هو درگاهي جي نالي سان سڏجڻ لڳو، هو سهڻي صورت سان گڏ تمام منڙي طبيعت، نياز نوڙت سان هلڻ وارو هو. پنهنجي مرشد لعلڻ سائين جي حاضر ڏيوٽي ۾ رهندو هو. لعلڻ سائين جي وصال کان پوءِ درگاهہ جي موجوده سجاده نشين والي سائين جن کيس پنهنجي پنهيار قبيلي مان شادي ڪرايائينس ۽ درگاهہ تي ئي گهر ٺهرائي ڏنائينس. پر فقير جو زندگي سات نہ ڏنو. شادي جي هڪ مهيني بعد 30 سالن جي ڦوهہ جواني ۾ روڊ حادثي ۾ شهيد ٿي ويو. هو درگاهہ لعلڻ سائين، مرشد جي روضي اڳيان آرامي آهي.

### نانو فقير چاچڙ:

ناني فقير جو اصل نالو "محمد" هو پر لعلڻ سائين جن هن کي نانو محمد سڏيندا هئس. هن فقير بہ پنهنجي سڄي زندگي

پنهنجي مرشد سان درگاهه تي گذاري، هي فقير درگاهه جي جهاڙو

مٿي سان گڏ حويلي ۽ درگاهه جي مچ لاءِ ٻيلي مان ڪاٺيون بہ

ڪري ايندو هو. سندس خُلق محبت جو هر فقير معترف هيس. هن

فقير درگاهه تي ئي دم ڏنو ۽ درگاهه تي ئي مدفن آهي.

فقير موج علي چانڊيو:

فقير موج علي ڳوٺ محمد پناهه چانڊيي تعلقي رتي ديري

جو رهواسي هو، هي فقير نوجواني ۾ ئي لعل سائين جو طالب

ٿيو. هي فقير تمام قربدار ۽ ويراڳي هو، وجد ويراڳ سندس غذا

هئي، هي مرشد جو عاشق پروانو هو، زندگيءَ جو وڏو عرصو

درگاهه تي گذاري مرشد جي خدمت ڪيائين. پوءِ مرشد جي امُر سان

شادي ڪيائين ۽ پنهنجي ڳوٺ رهڻ لڳو، هي فقير پنهنجي آبائي

قبرستان ۾ دفن ٿيل آهي.

منگهن فقير پيڙ "ابڙو":

منگهن فقير مٿي ديري تعلقي پيرڳوٺ جو رهاڪو هو هن

فقير بہ طالب ٿيڻ کان پوءِ سڄي زندگي مرشد جي خدمت ۾

گذاري، فقير گفتي جو سالڪ ۽ صابرين هو، آخري دم بہ مرشد جي

در تي ڏنائين، فقير پنهنجي ڳوٺ جي قبرستان ۾ دفن ٿيل آهي.

فقير مولا بخش شيخ (سچو):

فقير مولا بخش عرف سچو فقير ڪوٽ سلطان جو وينل

هو، طالب ٿيڻ کان پوءِ فقير گهڻو وقت پنهنجي مرشد سان گذاريو،

فقير هر سال لاهوت ويندو هو، انڪري لاهوتي بہ چوندا هئس،

فقير سنڌ پنجاب جي سيني درگاهن تي رهيو ۽ سير سفر ڪيائين،

پنهنجي ڳوٺ سلطان ڪوٽ تعلقو شڪارپور ۾ آبائي قبرستان ۾

مدفن آهي.

فقير محمد سومر ڪورائي:

فقير محمد سومر محبتي ۽ سالڪ فقير آهي. فقير جو ڪلام تصوف جي رازن سان ڀرپور آهي، منتخب ڪلام جو مجموعو "عميق العشق" جي نالي سان ڇپيل آهي. پنهنجي مرشد لعلڻ سائين جي عشق ۾ پروانو رهي ٿو. ڳوٺ صاحب خان ڪورائي تعلقو پنوعاقل ۾ پنهنجي آستاني تي هر ايندڙ ويندڙ جي خدمت ڪندو آهي. هر سال پنهنجي تڪيي تي مرشد لعلڻ سائين جن جي ورسي ملهائيندو آهي.

فقير علي نواز چاچڙ (نازڻ):

فقير علي نواز باخبر فقير گفتگي جو پڪو پختو سالڪ ۽ صوفي شاعر آهي، سندس تخلص پنهنجي مرشد لعلڻ سائين "نازڻ" رکيو هيس. سندس شاعري پرلطف اٿس. فقير پاڻ سنو ويراڳي به آهي. فقير جي هن وقت رهائش پنوعاقل ۾ آهي.

فقير رحم علي ريٽي (شيطان فقير):

فقير درويش صورت الله وارو ٿي گذريو آهي. صابرين رضا تي راضي رهڻ وارو هيو، سندس طالب فقير به اٿس. شيطان فقير جي نالي سان مشهور هو. بلوچستان آبائي قبرستان ۾ مدفن آهي.

فقير حيدربخش مگسي:

هي فقير ڦوهه جواني ۾ لعلڻ سائين جن سان گڏ انور سائين جن جو طالب دست بيعت ٿيو. سالڪ فقير پنهنجي مرشد پاڪ انور سائين جن سان، لعلڻ سائين جن جي محبت ۾ گهڻو گذاريو. فقير تمام سريلو ۽ منو ڍولڪ نواز هيو، سچي زندگي

لعلڻ سائين جن سان محبت ۾ گذاريائين فقير پنهنجي آبائي قبرستان ٿالپر وڏا ۾ مدفن آهي.

## لعلڻ سائين جن جو ويراڳي فقراهه:

فقير غلام اڪبر پيو، فقير منٺار علي شيخ، فقير منظور علي پيو، فقير ڪجلو پيو، فقير منل پيو، ڪامل فقير چاچڙ، فقير عبد علي چاچڙ، بادشاهه فقير ڪاڪيپوٽو، نورالدين فقير پنهيار، غوث بخش فقير خاصخيلي، فقير سيد باقر علي شاهه، فقير محبوب سنجراڻي، فقير مصري مارفاڻي، قلندر بخش فقير پنهيار، فقير غلام ياسين پنهيار، فقير محمد حيات چاچڙ، غلام فقير پيو، حمل فقير جڪراڻي، محبوب فقير چانديو، فقير غوث بخش پنهور، گل فقير پنهور، فقير ذوالفقار علي ٻيڙ، فقير عبدالرئوف درگاهي ٻيڙ، ماستر فقير وڏيو، صيفل فقير چاچڙ، فقير علي نواز پنهيار، وريل فقير ڪاڪيپوٽو ۽ ٻيا سڀ محبتي، ريازتي فقراهه.

سائين احمد شاهه ملنگ جو طالب فقير مبارڪ علي چاچڙ (دوم) جيڪو درگاهه لعلڻ سائين جو ويراڳي فقير هو.

هدايت نامو

# تحرير حضرت صوفي فقير سيد لعلڻ سائين رحہ

بسم الله الرحمن الرحيم

هي ڪتاب مخفي خزانو آهي. هن ڪتاب کي رند سمجهندا. هن ڪتاب ۾ انوري املهہ ماڻڪ پيل آهن. جيئن صدف ۾ لعل موتي سمايل هوندا آهن، هن ڪتاب ۾ تصوفي راز سمايل آهن ۽ انسانيت جي صحيح ڄاڻ آهي.

نبي پاڪ ﷺ جن فرماتو آهي تہ "الحُبِ في الله والبُغض فِي الله" جيڪڏهن ڪنهن سان حب رکو تہ الله ڪارڻ رکو ۽ جيڪڏهن ڪنهن سان بغض رکو تہ بہ الله ڪارڻ رکو. هي نبي پاڪ ﷺ جو الله پاڪ سان محبت جو اظهار آهي.

"گفتم رسول الله ﷺ عبدي" "عَبۡدُہٗ وَرَسُوۡلُہٗ" (آهيان رسول ۽ ٻانهون) ڪل ڪائنات جو مالڪ بہ هڪ ڪي هڪ ڪري عبديتي اظهار ٿو ڪري.

حالانڪ وري فرمائين ٿا تہ "انا احمد بلا ميمي" (آهيان احمد بغير ميم جي) هاڻ ان رمز کي مرد مولا جا ۽ طالب مولا جا سمجهندا.

"طالب المولیٰ مذڪر" جيڪي مولا جا طالب آهن اهي مرد آهن.

"طالب الدنيا مُخنث" جيڪي دنيا جا طالب آهن اهي ڪدڙا آهن.

وري پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمائين ٿا تہ "وقت نيم الله" ڪڏهن ڪڏهن وقت ٿو اچي تہ پاڻ کي ٻي جان ٿو سمجهان.

سبب: ظهور و ذات ڪير افضل، تڏهن من خود چوان ٿو مان،

عناصر ڇوڙکي ڇارئي، جنبش ۾ خُود جلان ٿو مان.
"لعلؒ"

احديت جي ملڪ ۾ انور سائين فرمايو آهي:

"ڇو ٿا سڏيو انسان ڪير ڏِسي مان ناهيان ڏِسڻ جو."

وري عبديت جي ملڪ ۾ چيو اٿائون ته:

"هوت، علي انور جي پُونگي اچ پوتار پنهل يار، آءٌ پرين رس روهه ۾".

ان مان معلوم ٿيو ته احد ۽ عبد هڪ ٻي کان جدا نه آهن، الله پاڪ فرمايو آهي ته "و نحن اقرب اليہ من حبل الوريد" آءٌ انسان ڪي ساهه جي رڳ کان به ويجهو آهيان. اتي خالق ۽ مخلوق ۾ ويجهڙائي نظر اچي ٿي، پوءِ جيڪي عاشق الله ۽ عاشق رسول آهن اهي نبي ڪريم ﷺ جي نقشِ قدم تي هلي رهيا آهن ۽ اهي صحيح انساني راهه تي آهن ۽ الله پاڪ جا حقيقي پابند آهن.

"مَنْ عَرَفَ نَفْسَہٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّہٗ"

"جنهن پنهنجو نفس سڃاتو ان پنهنجو رب سڃاتو".

جنهن پنهنجو نفس سڃاتو اهو پورو صحيح مؤمن ۽ صوفي آهي، سواءِ نفس سڃاڻڻ جي عابد هجي، زاهد هجي، نمازي هجي، عالم يا فاضل هجي اهو پورو مؤمن نه آهي، ڇو ته ان ڪي ذري ذري نفس پلائيندو رهندو ۽ گمراهه ڪندو، هو غرور ۽ فخر ۾ رهندو، انهيءَ مام ڪي طالب مولا جا سمجهندا.

جيڪي مولا جا طالب ۽ عاشق آهن. انهن جو نفس سان جهاد آهي. نفس جي معنيٰ آهي سَڌَ، گهرج، نفس هڪ آهي ۽ ان جا قسم چار آهن. (1) نفس اماره (2) نفس لوامہ (3) نفس ملهمه (4) نفس مطمئنه. انهن قسمن ۾ جيڪو نفس اماره آهي اهو ڪافر جو آهي. نفس لوامه مومن جو آهي. نفس ملهمه پيغمبرن جو آهي ۽

نفس مطمئنه رسولن جو نفس آهي ۽ فقير جو آهي. حضرت محمد مصطفیٰ ﷺ جن فرمايو آهي ته: ”الفقرُ فخري والفقرُ منّي“ يعني مونکي فَقر تي فَخُر آهي، فَقر مُون مان آهي. سوچيو ويو ته جيڪو نفس نبي ڪريم ﷺ جو آهي اهو نفس فقير جو آهي. مطمئنه نفس پاڪ آهي، جنهن اهو نفس سڃاتو انهيءَ الله پاڪ کي سڃاتو، پاڻ ڪريمن ﷺ جو فرمان آهي ته:

”مُوتُوا قَبۡلَ أنۡ تَمُوتُوا“ مَرڻ کان اڳ ئي مَري وڃ.

يعني اماره نفس کي مار ۽ مطمينه نفس کي سڃاڻ پوءِ تون پورو مومن آهين ۽ ٻيهر ڪين مرندين، باقي تنهنجا جامان فرندا رهندا.

بقول بيدل سائين:

جامن تي جاما پرين پهري آيو
ڪاما ڙي ڪاما ته ڪيڏو لِڪُ ڪريم ڪيو

بقول لعلڻ:

لعلڻ لک لباس، لکن لکي کو
ست رَنگيو سيد چوي، سورهيه هوندو سو
ووڙي ووڙي وو، لهندو کو ”لعلڻ“ کي

اسان جو پهريون مرشد محمد مصطفیٰ ﷺ ۽ حضرت علي مولا آهي، جن حق جو راهه سمجهايو.

بقول محمد مصطفیٰ ﷺ:

”من راني فقد رآ الحق“

يعني جيڪو اوهان کي آءٌ چوان ٿو، يا ڳالهايان ٿو، اهو اوهان سان الله ٿو ڳالهائي.

اوهان کي معلوم آهي تہ مرشد محمد مصطفیٰ ﷺ جن جي گهر مبارڪ ۾ هفتن جا هفتا باهہ ڪين ٻرندي هئي. جو گهڻو فاقيہ کي پسند ڪندا هئا ۽ دُنوي ترقي پسند ڪين ڪندا هئا. ڇو جو نفس تہ پاڪ هين ۽ اماره نفس وجود ڪان بہ پري هين مگر جامون انساني هين.

انسان جي وجود ۾ ٻہ شيون موجود آهن، هڪ الله پاڪ ۽ ٻيو نفس. الله پاڪ فرمائي ٿو تہ منهنجو تعبيدار ٿيءُ ۽ نفس چو ٿو تہ منهنجو تعبيدار ٿيءُ. جيڪي الله پاڪ جا تعبيدار آهن، اهي الله پاڪ جا طالب آهن ۽ نفس جا بي فرمان رهندا آهن، اهي روحانيت جا صاحب هوندا آهن، انهن کي روحاني ڄاڻ آ ۽ اهي سڄي دنيا جو سير ڪن ٿا، انهن جو اڇڻ وڃڻ روحاني هوندو آهي. هو باطن جا روحاني شهنشاهہ آهن، انهن کي سڀ خبر پوي ٿي مگر الله پاڪ جي حڪم سان ڳالهائيندا آهن، ڳجهہ نہ ڳالهائين.

بقول ڇتل فقير:

ٿيون ڏجن ڏاءُ الله جي، ڇوٿون ڳجهہ نہ ڳالهائين

هو صابرين آهن ۽ صبر ۾ رهندا آهن. الله پاڪ جي رضا تي راضي آهن.

بقول لعلڻ:

ري-ريئون رضا جي راند ۾ راضي رهيا رند
قدرت جي قضا کي ڪاٽي ڏنائون ڪنڌ
"ونفخته فيهم" جا رڙهي لڏائون رند
ڀريا انهيءَ پنڌ "لعلڻ" لڪا ڪين ڪي.

بقول لطيف سائين:

نماز، روزو پڻ چڱو ڪم پر اهو بيو فهم جنهن ۾ پسين پرين ڪي.

اهو فهم آهي پنهنجي نفس سان جهاد ڪرڻ، هي جهاد اڪبري آهي، جيتري تائين پنهنجي نفس کي نه ماربو تيستائين روزو نماز رائيگان آهي، ڇو ته اصل رندن جي نماز تڪبير آهي، سر ڏيوڻ سر جي قرباني ۽ روزو هر هڪ عضوي لاءِ رکجي ٿو، نيت حياتي، حياتي سڄي انهيءَ روزي ۾ رهڻي پوي ٿي.

بقول لطيف سائين:

روزا رند رکن عيد نه اوڏا سپرين

فنا في الشيخ: اڳ ۾ پنهنجي مرشد ۾ فنائي وٺ.

فنا في الرسول: مرشد پاڪ کان پوءِ رسول الله ﷺ ۾ فنائي وٺ.

فنا في الله: پوءِ الله پاڪ جي ذات ۾ فنائي وٺ.

مطلب ته الله پاڪ جي ذات ۾ فنا في الله ٿي وڃ ته پوءِ بقا بي الله ٿيندو، پوءِ جيڪي ڳالهائيندو چئو ته الله پاڪ ٿو ڳالهائي، ڇو ته هن ۾ نفس جا حاج نه رهي.

تڏهن ته محمد مصطفیٰ ﷺ جن فرمايو:

”من راني فقد را الحق“ يعني جيڪي آءٌ ڳالهايان ٿو اهو الله پاڪ ٿو ڳالهائي، تڏهن سچل سرمست چيو.

بقول سچل سرمست:

نوري ناري نه آهيان      آهيان رب جبار

وري انور سائين فرمايو:

جڏهن مستي ۾ آيس مون،      تڏهن رب رب سڏايون ٿا.

بقول بابا بلا شاهؒ:

کئون میرا هئي الله، رانجها رب رسول بہ مئين هون

انهن مردن مٿيرن پنهنجا نفس الله جي راھ ۾ قربان ڪيا.
الله پاڪ جي ذات پاڪ جي نروار ۾ اثبات ڪيائون، پنهنجي نفس
کي نابود ڪيائون.

هو الله پاڪ جي وحدانيت ۾ مست غرق هوندا آهن.
دنياوي ڏنڌن مان نہ ڇاڻيندا آهن نہ ڏنڌا ڪندا آهن.

بقول لطيف سائين:

پاڻ پنهون تون آهين، چو ڪيچ وڃن ڪاهين.

مطلب تہ پاڻ سڃاڻ پنهنجي سڃاڻن ڪان سواءِ ڪجهہ بہ نہ
حاصل ٿيوڻو آهي.

لطيف سائين فرمائي ٿو:

اول سڃاڻج پاڻ، سيڪا صورت پوءِ سڃاڻج.

بقول مراد فقير:

الله سڃاڻڻ سترو، پاڻ سڃاڻڻ ڏک
تيسين پاڻ نہ سک، جيسي پاڻ سڃاڻي پنهنجو

بقول روحل فقير:

جي تون سڃاڻي پاڻ، تہ اٿئي قيمت سندو قطرو
ڪڏي چڏ قلبوب مان، منڌائيءَ وارو ماڻ
پري سمجهڻ پرينءَ ڪي، آهي ڇتن سنڌو ڇاڻ
سائين تو سان ساڻ، راتيان ڏينهان روحل چوي

الله پاڪ وارا درويش، عاشق رسول ﷺ هر هڪ اها تلقين ڪندو رهيو آهي تہ پاڻ سچاڻو پنهنجي نفس سان جهاد ڪريو تہ پاڻ منجهان ئي پسڻ پيدا ٿي پوندو.
بقول صاحبڏنو سائين:

پاڻ پنهنجو پاڻ ۾، جن پسيو نہ پيهي
صاحبڏنا صورت جي، آهي ڪل تنين ڪيهي
تني ڪان ويئي، چپ چٽيندي راتڙي

مطلب فنا ڪان سواءِ بقا نہ ٿيندي، ڏسو تہ جيئن جوئر جو داڻو زمين ۾ پوڪبو آهي. اهو پاڻ ڳري فنا ٿي ويندو آهي، پوءِ انهيءَ مان هڪ سلو پيدا ٿيندو آهي، اهو وڏو ٿي سنگ (سِٽو) ڪندو آهي. جنهن مان هزار جوئر جا داڻا پيدا ٿيندا آهن، اڳ ۾ فنا پوءِ بقا آهي.

پنهنجي نفس سان جهاد ڪرڻو آهي ۽ ڪٺن ڪٽڻا آهن، پوءِ ذات الاهي جو ظهورو ظاهر ٿيندو آهي.

انهن مرد مجاهدن، ڪامل، ڪلالن ۽ زهر پيئاڪن ڪان وڃي ڪو پرائي ۽ حق جي هدايت حاصل ڪري.

اهي مرد مولا جا هن نفساني جهان مان ڪڍي الله پاڪ جي رستي تي روانو ڪندا آهن. هي ملڪ ناسوت آهي، اسان جو ملڪ حقاني ۽ اصل رهڻو آهي.

اهو اڳتي آهي، هتي سفر ۾ آهيون، گهڙيءَ جو سفر آهي، هتي بقا نہ آهي، گهڙي رهڻ لاءِ هُو مُلڪ هتان نہ ڇڏڻو ۽ نہ وڃائڻو آهي، ڇو تہ هيءُ دنيا فاني آهي ۽ هميشہ لاءِ اهو ملڪ آهي، اسان ڪي هُن ملڪ لاءِ جيڪي بہ ڪرڻو آهي هتي ڪرڻو آهي ۽ اتي ماڻڻو آهي.

بقول لعلڻ:

سو سمجهہ سان لهہ وير جو ور
پوءِ بحر عميق ۾ گاتو گهر

بعلم الثواب
ختم شد

بتحرير: **سيد فقير لعل شاهہ**
المعروف صوفي **سيد لعلڻ سائين**
درگاهہ عاليہ ڳوٺ حاجي مولودي شريف
مورخہ 1988

# حمد

ٿلهہ  تو خلقي خلق خدائي  آهي عبرت خاص اِهائي

ڪن فيڪون جي اول اشاري  چوڏهن طبق بنائي
آهي عبرت خاص اِهائي

شمس و قمر ۽ تارا ڪتيون  روءِ زمين روشنائي
آهي عبرت خاص اِهائي

بادل برڪا گوڙ ۽ گاجون  ٿيا اَبر آب هوائي
آهي عبرت خاص اِهائي

وڻ ٽڻ ميوا گل گلزاريون  سبز رهن سَرهائي
آهي عبرت خاص اِهائي

جهنگ جبل ۽ بَرَ پَٽَ بَنَ ۾  پٿرن ڪيئن پڃائي
آهي عبرت خاص اِهائي

سمنڊ درياءَ پاتال وجي پيا  ڪين امانت پائي
آهي عبرت خاص اِهائي

ديو ملائڪ حوران پريون جن بشر جدائي
آهي عبرت خاص اِهائي

جيت جانور پکي پرندن تو رازق روزي رَسائي
آهي عبرت خاص اِهائي

هڪ لک چوويهه هزار هادي جنهن حق دي راه بتائي
آهي عبرت خاص اِهائي

ڪفر اسلام جو فرق ڏيکاري حڪم ڪيئہ هيڪڙائي
آهي عبرت خاص اِهائي

بهشت عدن ۽ جهنم جنت سڀ ڪنهن وات آ وائي
آهي عبرت خاص اِهائي

محب محمد پيدا ڪيڙُءِ هَلي ڪلمي پاڪ پڙهائي
آهي عبرت خاص اِهائي

حمد پڙهان هر بار هميشہ آ لعلڻ رمزَ رَلائي
آهي عبرت خاص اِهائي

# حمد ثنا

## سبحان الله سبحان الله

تلهه. حمد وَ ثنا هر هر خدا سبحان الله سبحان الله
ڪُل شيءِ آهي خلقيلِ خدا سبحان الله سبحان الله

بي رنگ بهر بيچون آ اسرار اعليٰ عشق جو
سجدو ڪرڻ ثابت صفا سبحان الله سبحان الله

قائم آهي قونين ۾ جلوه حُسن حيرت سندو
تنهنجو اثر آبِ حيات سبحان الله سبحان الله

ارض وَ سماءَ شمس وَ قمر ڪُلُ شان تو شاهي شجر
ياسين مزمل ۽ طٰحٰہ سبحان الله سبحان الله

توريت ۽ انجيل ۾ محمد ذڪر زبور ۾
فرقان ۾ صفت وَ ثناءَ سبحان الله سبحان الله

لولاڪ مظهر ميم ۾ اِثبات ٿيو "لعلڻ" لقاءُ
هن عين کي سمجهڻ ادا سبحان الله سبحان الله

# نعت

## محمد ﷺ جو اقرار

تلهہ محمد جو تہ مونسان اقرار آهي
شافي روز مَحشر جو مَهندار آهي

سخي حال سرور سخن وَر ۽ صابر
منهنجو مير منور تي اعتبار آهي

گنهگار آهيان ۽ بدڪار آهيان
مگر مهنجو ڏولڻ ڏکٽهار آهي

بُرَن سان پلايون ڪيون مير منڙي
صاحبِ قاب قوسين ڪردار آهي

ناهي خوف "لعلڻ" ڪو محشر جو مون ڪي
محبوب مقبول مختيار آهي

# نعت

## دلبر دکي جا دلربا

ٺلهہ. درد ڏک سڀ دور ڪر دلبر دکي جا دلربا
يا محمد مصطفيٰ شافعِ شهنشاه ڏي شفا

آءُ علي شيرِ جلي هڪ دم هلي مولا علي
توکان سواءِ ڪانهي ڳلي ٻي مرتضيٰ مشڪل ڪشا

ٻڌ تون صدا مهنجي مُدا راههِ خدا سڻ سيدا
نظرِ ڪرم ڪر ڪو رحم حسنين واليءِ ڪربلا

صدقي يا پنجتن پاڪ جي لاريب في لولاڪ جي
انور اسم اوشاق جي مقبول مهنجي التجا

"لعلڻ" ڪرم لڄپال ڪيو حيدر سخي جي ٻال ڪيو
صلو عليهہ وآلِ ڪيو منظور خاطر يا خدا

# نعت

## تیڈي پاک حسن دا بیان

ٹلھ: تیڈي پاک حسن دا بیان آکان
کیا حور مَلک غلمان آکان

تیڈي خاطر ہر دو جہان بٹیا
چوڈھن طبق أتي آسمان بٹیا
بَرِ بہشت عدن رضوان بٹیا
جِنَ دیوَ بشر انسان آکان

أ تون شمس وَ قمر قربان تیوَنِ
بردا ماہ مصر کنعان تیوَنِ
حضرت یوسف جیھي حیران تیوَنِ
توڑي طور سینا تابان آکان

بديعل باغ اِرم بستان ڪجا
شاه صيفل سِر سلطان ڪجا
جيئن تخت هوا سليمان ڪجا
ڪيئي مجنون جيهي مستان آڪان

شاه ملڪ محمود اياز هووَن
سوين ناز غماز انداز هووَن
شهباز هووَن پرواز هووَن
لک لعلڻ سر لاثان آڪان

تيڏي شان أتي صلوات پڙهن
ۓ ذات صفات تي نعت پڙهن
ساري زمن زمين ڪلمات پڙهن
لتا "لعلڻ" أتي قرآن آڪان

# شان علي مولا

ٹلھہ: علي شيرِ حيدر يزدان مولا
آھي ساري عالم جو ايمان مولا

ڪعبو گھر عليءَ جو علي خود آڪعبو
ڪرڻ ان کي سجدو آ سبحان مولا

دونون روح دائم ۽ قائم قديمي
لحم دم جسم ساڳيو جسمان مولا

حديثن ۾ حافظ ڪري خيال ڏس تون
من ڪُن فھٰذا جو فرمان مولا

قدسي روايت آ مسند نشيني
علي سر صفا صاف سلطان مولا

صدرت المنتھیٰ تي تي مولا جي منزل
محمد مني سان ٿيو دستان مولا

”لعلڻ“ ثناگر آ سڳدر مداحي
مقبول تو در آ دربان مولا

# ثنا ٻارنهن امام پاڪ

ٿلهہ: آهيون حيدر جا حبدار
ٻيو ٽا ميجون نہ ڪنهن کي يار
مظهر مولا شير ببرنر علي نبي انوار
ٻيو ٽا ميجون نہ ڪنهن کي يار

حسن حسين حمايت منهنجي دم نہ آهن ڌار
ظاهر باطن همدم مولا علي آهي آڌار
ٻيو ٽا ميجون نہ ڪنهن کي يار

چوٿون امام آ زين العابد بره سندو بيمار
پنجون امام محمد باقر سونهن پريو سردار
ٻيو ٽا ميجون نہ ڪنهن کي يار

ڇهون امام جعفر صادق صدق ٿيان سؤ وار
مير مڪمل مهنجو، مهنجي مذهب جو مختيار
ٻيو ٽا ميجون نہ ڪنهن کي يار

ستون امام آ موسيٰ ڪاظم پاڪ حُسن ڪردار
اٺون امام علي رضا آ اَڙين جي آڌار
ٻيو ٽا ميجون نہ ڪنهن کي يار

نائون نقي ڏهون تقي نيڪ سيد نروار
يارهون امام حسن عسڪري پاڪ پرين پڳدار
ٻيو ٽا ميجون نہ ڪنهن کي يار

ٻارهون امام محمد مهدي مير مٺو مهندار
آهيون ثناگر سڳدر"لعلڻ" جهڙا لک هزار
ٻيو ٽا ميجون نہ ڪنهن کي يار

## ثناحسينؑ واليِ ڪربلا

تلهه: آهي ثناءَ اوهان جي سردار ياحسين
آخر اول ۾ اعليٰ اَبرار ياحسين

ربِ غفار رهبر محبوب آ محمد
ان جو بہ جگر جانب سرڪار يا حسين

ساقي پلاني والا حوضِ ڪوثر آ حيدر
حيدر جو آهي دلبر دلدار يا حسين

انصاف آخرت جو اطهر جي هٿ ۾ آ پَر
اطهر بہ اِئين چوندي اختيار ياحسين

ڪربل ۾ شاه ڪاهي آيو حسين عاشق
ناني جي دين خاطر نروار يا حسين

"لعلڻ" آهي ثناگر هر هر حسين شاه جو
ورد و زبان تي آهي هر بار يا حسين

# ثناءَ حسينؑ واليءِ ڪربلا

تلهه: نيزي تي پڙهيو ناطق نروار ٽيو حضرت حسين
احد اول جو آخر اقرار ٽيو حضرت حسين

فرزند هو علي شاه جو وارث هو وجه الله جو
محبوبِ خدا ماه جو مهندار ٽيو حضرت حسين

عاشق ٽيو الله جو سانگو لاهي سر ساهه جو
صاحب سخي صلاح جو سردار ٽيو حضرت حسين

ڪربلا ميدان ۾ فهمات جي فرمان ۾
پسڻ سان پئمان ۾ پڳدار ٽيو حضرت حسين

"لعلڻ" ڪرم لڄپال ڪيو حيدر سخي جي پال ڪيو
صلو عليه وعاله ڪيو اظهار ٽيو حضرت حسين

# مداح شريف شانِ دستگير جناب

ٹلهه: بي واهن واهر وسيلو تون دِلاورُ دستگير
کوڙين چوان مان کيترا تنهنجا وليءُ الله وزير

ٻڍڙي سندو ٻيڙو جو ٻاهر تو ڪڍيو هو ڪُنَ کان
هڪدم هليا هو ڪو هٽي نہ دير ڪئي تي دستگير

هي فضائل تو چوان مرده زنده دل ٿيان رَوان
لاءِ طالبن آهيو توهان رحمت سندا روشن ضمير

نبي عرش تي تيار ٿيو تنهنجي دوش تي هسوار ٿيو
مَلڪن مِڙي سينگار ڪيو اعلىٰ لقب مليو منير

قادري قائم قدم ۽ ڪل پيران تون پيشوا
فيض وارن جو فياضي حوضِ ڪوثر جو همير

پيارو پيغمبر پاڪ جو لاريب في لولاڪ جو
عرشِ زمين افلاڪ جو با صاحبِ سميع بصير

دارالُ آقا دارين جو هادي حسب حسنين جو
ڪُل قادري قونين جو قائم قدم قادر قدير

طالب سندي سڻ تون صدا منگي دانُ ٿو تو در گدا
ڳل لاڄ ٿي منهنجي صدا عاجز آهيان سڳدر اسير

لکين ليلائي لاڏلا اچي پيش پيرن تو پيا
سڀ ڪٿيون ڪلندا ويا واه معجزو منور تو مير

ٻڌ دانهن تون تو ڪي ٿو ڪيان بيشڪ وسين بغداد ۾
ڏينهن انصافي اُتي ”لعلڻ“ تو آهي پَرتو پير

# وحدت نامو

اول ناءُ الله جو پڙ رسولي ٽيس رايو
وٺي اوٺ آدم جي سر الله ٽي آيو
انا احمد بلا ميمي چٺو چوايو
سڀ ۾ سمايو ڪارڻ اَچي عشق جي

ڪارڻ اچي عشق جي سڏايائين آدم
جوڙي جِنس اِنس جي قائم ڪيائين قدم
ال انسان سري و اناسره داور هنيو دم
باقي ڪهڙو هيس ڪم جو آيو ملڪ عدم ڪان

آيو ملڪ آدم ڪان پنهنجو پسائڻ پاڻ
عبدهو وَ رسول هو ڄاڻي اهو ڄاڻ
سائينءَ مان ٻانهون ٽيو پريو محبت ماڻ
آهي سڀ ڪنهن سان ساڻ راتيان ڏينهان روح ۾

راتيان ڏينهان روح ۾ وٽي نہ آهي وار
ونحن اقرب اليه من حبل الوريد هڪ دم نہ آهي ڌار
"لعلڻ" لڪايو پاڻ ڪي چَمن ۾ چوڌار
ٽي اڙين جي آڌار هادي آيو هر رنگ ۾

هادي آيو هر رنگ ۾ پائي سوين لکين چولا
آئي احمد ڄام جي لٽا ڀَو مڙيئي ڀولا
ڪاٿي عيسيٰ ڪاٿي موسيٰ ڪاٿي سڏايائين مولا
آهي سڀ اعليٰ ڪو سمجهي انهيءَ سير کي

سمجهي انهيءَ سير کي ڪو مانجهي مرد مٽير
الله بڪلِ شيءٍ محيط ڦند نہ آهي ڦير
ويرن سندو واهُرو ڪونهي واحد وير
سندو صاحب سير سارو آهي سنسار ۾

ساريو آهي سنسار ۾ واحد جو وصال
حوران پريون حيران ٿيون ڏسي جانب جو جمال
غوث قطب قلندر ٿيا ڀٽائي جهڙا ڀال
نبي امام حق جا ڪيئون صلو عليه وَ آل
مئخانہ مسجد، مندر آهي هيڪڙائي سندو حال
هيڪڙائي ۾ هڪ آهي ملان ملنگ مثال
جن وَ ملائڪ مست ٿيا ڪن محبوبي مقال
ديو دشر بالا بشر کي شاهي ٿيا شاه ڀال
هر اِنس هر جنس ۾ آهي تنهنجي قيل مقال
ٻاوا، پنڊت، ٻالڪا گورک نات نپال
گرو گر ناري مڇندر ٿيو ڪرشن قرب ڪمال
هندو مومن حيرت ۾ ڏسو انگريز ۽ اقوال
تيرٿ گنگا ڪعبہ قبلا آهي هِڪو استقبال

يهودي ۽ سِکَ نصارا تنهنجي نوڙت کن نهال
بيوس تنهنجي برهه کيا مست منگهن متوال
شمس و قمر ارض وسماءَ جهڙ بادل ٿيا بحال
تارا کتيون چوڏنهن طبق تنهنجو جلوو جوش جمال
آهي تنهنجي عشق ۾ جيت و جانور جال
آهي وحدت واحد جي کثرت آهي قال
ظاهر وحدت باطن وحدت وحدت خود وصال
”لعلڻ“ لکين لهن ٿا هيرا موتي لعل
قائم قل هو الله آ ٻا سيء تال بخال
پلي سندا پال کهڙا ڳائي کهڙا ڳايان

## مرشد جي بارگاهہ ۾ فريادنامو

تلهہ: يا غوث اعظم ڏي شفا محبوب تون دل شاد ڪر
مير تون سائين مِنا ڪي صحت مند سعاد ڪر

بخش زندگي تارن ڪان وڌ تون واسطي الله جي
هن مصيبت ڪي منا محبوب تون اڇي ماد ڪر

واسطو توڪي وجهان تو غوثِ اعظم مصطفیٰ
هيءَ آهہ سڻ آقا دو عالم اعلیٰ عجب ارشاد ڪر

خير محمد شاہ ڏي خيرالبشر تون خير ڪر
ياعلي مشڪل ڪشا مقبول هيءَ فرياد ڪر

خوش هجي پنهنجي ٻچن سان ۽ ٻچا خوشحال تين
غلام ميران شاہ ڪي مرشد منا آباد ڪر

"لعلڻ" جي لاج رک اي خدا الله آهي التجا
جهڙو گهران توڪان پرين اهڙو عجب امداد ڪر

# مرشد شهنشاه جي حضور ۾ فرياد نامو

ٿلهه. مرشد منا تون داد ڪر دل شوق حق ۾ شاد ڪر

پيرِ مغان پڳدار تون محشر سندو مهندار تون
ارض و سماع انوار تون اعلىٰ عجب ارشاد ڪر

مرشد منو منور آن تون اصغر آن تون اڪبر آن تون
آخر اول انور آن تون مقبول هي فرياد ڪر

انوار تون اسرار تون اقرار تون اعتبار تون
ساقي صحيع سردار تون ثابت سخن صياد ڪر

پيارو پيغمبر پاڪ جو لاريب في لولاڪ جو
عرشِ زمين افلاڪ جو نادر نظاري ناد ڪر

هم شڪل آهين علي وارث ولين جو تون ولي
مان دل صنم دامن جهلي پازي متاران پاند ڪر

اڙين سندو آڌار تون کنيو بي ڪسن جو بار تون
غافل آهيان گنهگار مون عاصي مٿان امداد ڪر

نابود منهنجو نفس ڪر قيد قابو قفس ڪر
واصل ولايت وصف ڪر نامين نُسُر نهاد ڪر

پارت اٿئي هن حال جي اهلِ فقر ۽ آل جي
پائن پائيتين عيال جي نيڪ صالح اولاد ڪر

عرض هي منظور ڪر ۽ مرض مهنجو دور ڪر
معاف قرض قصور ڪر ڪثرت ڪٿي آزاد ڪر

برھ جو بھرو عطا ۽ درد جو دامان ڏي
قبر و حشر ۽ آخرت ۾ مهنجا مڙئي مقصاد ڪر

دشمن دٻائج دم بدم منڪر فقر جا بي رحم
بي ادب ۽ بي شرم موزي مداعي ماد ڪر

"لعلڻ" منگي مدام تو پُرُ پريمي جام تو
آبِ حيات انعام تو دل دائما آباد ڪر

# ٽيهه اکري آديسن جي شان ۾

الف:- الفئون آديسن ڪئي سواري متي سانگ
چڙهيا بهر بقاءَ تي بابو سٽي بانگ
ويا ناسوتئون نڪري چوتا ٻڌي چانگ
ٻي طلب نه رکيائون تانگ تڪا ويا تلقين سان

ب:- بيئون بار ڪٽي ويا بره سندو باري
طالبن ڪئي مطلوب ڏي ترت تڪي تياري
ٻي بات ٻڌائون ڪينڪي ويا وڄائي واري
حق سان هيڪاري وحدتي وصال ٿيا

ت:- تيئون تارڪ طلب طالب ٿيا تمام
لا مقصود في دارين ڪهي اي ڪلام
هتئون حيدر شاه جي جوشئون پيتائون جام
ٿيا مست مدام محويت جي موج ۾

ث:- ثيئون سڪايل سڪ جا ثابت ڪيائون سير
دلربا دلدار جي فڪر منجهه فقير
هر دم هنيا ڪين ڪي آهي عاشقن اُڪير
محبت موهيا مير هِن حسن تي حيران ٿيا

ج:- جيمئون كارڻ جانب جي آهي محبتن مهتام
سک نہ کيائون سيج تي ناهين آديسن آرام
الست بربکم ٻڌائون پرينءَ جو پيغام
اُويسن انجام قالو بلا قول کيو

ح:- حيئون حال حيات هن تن کي مئو چوندو کير
مُوتوا قَبلَ و اَن تَمُوتُوا کديائون من اندر جو مير
گاروڙين گم کيو غفلت سندو غير
سالکن جو سير "لعلڻ" بهر لقاءَ ۾

خ:- خيئون خاص خلاص کيائون خود خودي کي خراب
نهوڙيا نشي نينهن جي شوريل شوق شراب
نکي غرض گناه جي نکي سڌ ثواب
اهڙي ساڻ حساب حاذق هليا هوت ڏي

د:- دالئون درد فيراق ۾ دانهَ ٿيا دلگير
العشق نار الله وجي مچ پيا مهمير
لاهي سانگو سر جو عاشق ٿيا اکسير
اهي فنا ٿيا فقير جن سڃاتي حق جي

ذ:- ذالئون ذرو ناهِ کو پائڻ کي پائين
راتيان ڏينهان خوب تا خودي کي کائين
پري کيائون پاڻ کان جا عبادت عامن
خبر نہ خامن آديسن احوال جي

ر:- ريئون رضا جي راند تي راضي رهيا رِند
قدرت جي قضا کي کاتي ڏنائون کنڌ
وَ نَفَختُ فِيهِ جا رڙهي لڏائون رَند
پُريا انهيءَ پنڌ "لعلڻ" لکا کين کي

ز:- زيئون زلف جي پيچ ۾ مُقيد تيا ماندا
پيرِ مغان جي پيش در هليا هيکاندا
ورهہ سندي واٽ تي وينا نہ واندا
سور مڙيئي سهندا هليا ملک هاهوت ڏي

س:-سينئون ساه پساه سان ساجد سجدو کن
اندر کعبو اندر قبلو اندر طواف تن
نکي حَوسَ حُورن جي نکي عشق عدن
راتيان ڏينهن روئن پرين کندين تون پنهنجو

ش:-شينئون شريعت شڪر سان ڪيائون پابندي پوري
هو رضا تي راضي رهيا حاتڪ حضوري
ان الله مع الصابرين ڪن دانهن نہ دستوري
ملين منظوري بيشڪ ملڪ بقاءَ جي

ص:-صادئون صحيع سجاتائون الله ڪي اوري
ونحن اقرب ويجهڙو پرين ناهين پري
پيرِ مغان جي ڳالهڙي ٻيو ڪنهن سان ڪين ڪري
ڏيهي ڏيان ڏري پسڻ پسيائون پاڻ ۾

ض:-ضادئون ضمير روشن اصل ڪان آهين
وايون ولايت جون تا ڀهڳڻ ٻڌائين
انا احمد بلا ميمي احد الائين
نيزي سر نائين "لعلڻ" لڪا ڪين ڪي

ط:-طيئون طالب حق جا هڪ تر نتا ترسن
اڏي ۽ ڪات تي تا أمالڪ اچن
وڍي سر وجود ڪان تا "لعلڻ" لاهي ڏين
ڪنهن سان ڪين ڪچن ڪنل قرب جي ڪار جا

ظ:- ظيئون ظاهر ذوق ۾ آهن مهيسي مستان
مئي پي مست رهن تيا ڪٽي تي قربان
بره جي بازار ۾ بازي رکن بان
عاشق عاليشان نفيءَ مان اثبات تيا

ع:-عينئون عاشق اک جا تا الله ڪي اورين
نيڪي بدي پنهنجي تور انهيءَ تورين
دليئون دلاور دادلا تا ڏونگر ڪي ڏورين
ڪلهن ڪان ڪورين ڪنڌ ڪلالن اڳيان

غ:-غينئون غالب نفس تي تيا غازي غوازي
بينا مرد ميدان ۾ رکي بره جي بازي
من عرف نفسه' فقد عرف ربه' تڙيائون تازي
قبل ۾ ماضي مردن جي مئخان ۾

ف:-فيئون فِڪر فِڪرات ۾ فنا تيا فائق
هر او واري حال ۾ رهيا هيڪاندا حاذق
ملهيا مردن ميدان ۾ تيا مهيسي مالڪ
اچن أمالڪ "لعلڻ" جي لقاءَ ۾

ق:- قافئون قلب جي كار جا قائم قديمي
مَهُو منجهه مراقبي اصلئون اَجيمي
هتئون حيدر شاه جي پيتائون پريمي
خودي ۾ خامي كڍي چڏيائون قلب مان

ڪ:-كافئون كوڏيا قرب جا آهن كوپا كلالي
جوشئون جاڳائي جسم كي ٿيا جابر جلالي
"لعلڻ" جي لقاءَ مان لاتائون لالي
صبح شام سوالي دلبر جي ديدار جا

ل:-لامئون لاهوتي لال ٿيا لڳا لعلڻ جي لاري
حُبائتا حَب ندي مان ويا تار اُونهي تاري
پرين لڌائون پڀ ۾ صاحب سنپاري
وحدت ۾ واري لنگهي پيا لاهوت ۾

م:-ميمئون مُلك مَلكوت كان جوڳي ويا جبروت
نانگا نكري ناسوت كان ويا هيكاندا هاهوت
بيرنگ ٿيا باهوت ۾ لنگهي ويا لاهوت
سامي ٿيا سكوت مالك ملك عدم ۾

ن:- نونئون نائين هليا تيا نانگا نرالا
پريمي پالوٺ جا پيتائون پيالا
شاهي شور شتاب تيا ٻڌي شرابي شملا
کو آديسي اعليٰ سمجهي انهيءَ سير کي

و:- وائون واڳ وصال جي ويراڳي وارين
محبوب جي مجلس ۾ من پنهنجو مارين
راتيان ڏينهان ڏکن ۾ سک سامي نہ سارين
اُهي ڏاڍا نہ ڏارين جيکي ڏار کن دلدار کان

هہ:- هيئون هُل هُگاما کري هليا جوڳي جنگ
ساز سُرندا سارنگيون سامن کيا سنگ
ويراڳن کي واٽ ۾ وحدت وڏا ونگ
جيکي لوها چاڙهيائون لنگ
سي "لعلڻ" لاتائون کين کي

لام:-لامئون لامقصود تيا نہ کي مقصد رکن من
الحب في الله والبغض في الله اهڙي چال چلن
فرماني في سبيل الله کم اِهوئي کن
گيڙو گهوٽ ٻڌن "لعلڻ" جي لقاءَ مان

ء:- الفئون الحمد چئي عشق ڪيائون اڳواڻ
وسايائون وِرھ ۾ وحدت جا وٿاڻ
لذائون لطف سين انور جا اھڃاڻ
پسي پنھنجو پاڻ پسڻ ۾ پورا ٿيا

ي:- يبئون ياد يار کي ھڪ ويل نہ وسارين
جو دم غافل سو دم ڪافر سخن اھو سارين
لاھوتي "لعلڻ" چوي لاسي لنئون لائين
قدم ڪڏائين بي رنگي جي رنگ ۾

# ٽيهه اکري نبي ﷺ جي شان ۾

الف:-اُکير رکين احمد ڄام دي
تہ ساري کل پَوَء اهين مام دي

بي:- بحر حيات سمندر هَئي
تي:- تقويٰ طلب تونگر هئي
ثي:- ثابت نور و انور هئي
جي نظر رکين اِهين نام دي تہ ساري کل پَوَء اِهين مام دي

جيم:- جفر تصوف طريقت هي
حي:- حاضر حال حقيقت هي
خي:- خاص خيال با شريعت هي
ڏيکين معرفت هر مقام دي تہ ساري کل پَوَء اِهين مام دي

دال:- داخل هويا درجات وچ
ذال:- ذکر مليا اهين ذات وچ
ري:- راضي رهيا رسمات وچ
ويکين عادت سر اسلام دي تہ کل پَوَء اِهين مام دي

زي:- زاد تيا ظلمات وچ
سين:- سرور نبي صلوات وچ
شين:_ شڪر پڙهيا شڪرات وچ
سڻ افضل صفت امام دي تہ ساري ڪل پَوَءِ اِهين مام دي

صواد:- صابر ساقي سُخناتي دا
ضواد:- ضامن هادي حَشراتي دا
طوئي:- طبل دل تسلاتي دا
جي سُرڪ پيوين پرجام دي تہ ساري ڪل پَوَءِ اِهين مام دي

ظوئي:- ظاهر مثل جسمات وچ
عين:- عرش متي اسمات وچ
غين:- غافل نہ ٿيءُ غفلات وچ
ڏيکين معراج منزل مقام دي تہ ساري ڪل پَوَءِ اِهين مام دي

في:- فلڪ أتي فرمان آڪيا
ڪاف: ڪيئن! قلم قضا قربان آڪيا
قاف:- قلزم سارا قرآن آڪيا
پڙهين آيت ڪل ڪلام دي تہ ساري ڪل پَوَءِ اِهين مام دي

لام:-لاريب في لولاڪ دا
ميم:- مولا تيا مشتاق دا
نون:- نهين مثل حق پاڪ دا
گهن در سيد دي سام دي تہ ساري ڪل پَوَءِ اِهين مام دي

واءُ:-وحدت وصل وصلاتي هئي
هي:-همدم حڪم حسناتي هئي
لام:-"لعلڻ" مثل مثلاتي هئي
خاص خودي وجانوين خام دي تہ ساري ڪل پَوَءِ اِهين مام دي

الف:-احدئون بن احمد نام آيا
يي:- ياد ڪرين رڪ مام آيا
دليا لٽڻ ڪيتي گهت دام آيا
پڙهين ڪلمات سر قيام دي تہ ساري ڪل پَوَءِ اِهين مام دي

## ڪافيون:

# عشق ڪيو اظهار

ٿلهه:-عشق اچي ڪيو آهي اظهار ناهيان آدم ناهيان ذات آدم جي

ڪُنَ ڪان اڳي هيو منهنجو پسارو، الست وارو ڪيم اشارو
ثابت سير صحيح ٿيو سارو قالو بلا وارو آهي اقرار

پُهُ پروڙيم پنهنجو پورو ملڪن جو مسجود سمورو
ظاهر ڪرڻ هيو ظهورو تڏهن عزازيل ڪيو انڪار

مذهب دين ڪفر بهانو ڪاٿي سائين ڪاٿي ٻانهون
آهيان "لعلڻ" يار يگانو اِهو منهنجو آهي اسرار

# سير جي سانگي آيو آهيان

ٿلهہ:- اصلئون سر اسرار سير جي سانگي آيو آهيان

اعليٰ لقب انسان تي آيس راه مادر جي پيٽ مان ڇايس
ورهہ جو ڪيم واپار پول نہ ٻيو ڪو پايان پايان

ٻت ڀهانو ٻٽيو ذاتي آدم نالو آهي صفاتي
ڪري وجودي وهنوار ٿاهہ لڪين ٿو ٿاهيان ٿاهيان

ڪير سڄاڻي ڪير مان آهيان آدم اصلي ٿاهيان ٿاهيان
آهيان مرضي جو مختيار ويس رنگي ٿو پايان پايان

عرش زمين تي شان آ شاهي ڪاڻ برهہ جي ڪيم گدائي
احد آهيان اظهار تڏهن ”لعلڻ“ ٿو نام سڏايان

# آهيان مان سلطان

تلهہ:- آهيان مان سلطان سوليءَ تي سينگار آ منهنجو

ڪن فيڪون جي اول اشاري جوڙيم سارو جهان
هر جُڳ ۾ جنسار آ منهنجو

اَنا احمد بلا ميمي شوق شريعت شان
انالحق اِقرار آ منهنجو

احديت کان عبديت ۾ اولي تي انسان
وجودي وهنوار آ منهنجو

ڪاتي ٻانهون ٻيلي آهيان ڪاتي آهيان خود خان
عجب اِهو اسرار آ منهنجو

رنگ بيرنگي موجان ماڻيم "لعلڻ" تي لاثان
مستي ملڪ مختيار آ منهنجو

# من خود چوان تو مان

ٽلھ:- ظھورو ذات ڪيو افضل تڏھن من خود چوان تو مان
ڇڏي چارئي عناصر پوءِ جنبش ۾ خود جلان تو مان

سجاڻي پاڻ کي پنھنجو اول قلزم ڪري قائم
خودي کي خود ڪيم ظاھر خدا بي خود چوان تو مان

فنا في الله تيس فاني بقا با الله آھيان برحق
مھيسي ملڪ مستي جي تڏھن احد چوان تو مان

نفي اثبات جو نعرو ھنيم ھتڙي اچي يارو
ڪري ھٽ ميم جو اولو انا احمد چوان تو مان

احد کي مان ڪيو ظاھر تيو اظھار عالم ۾
تڏھن لاخوف ٿي ”لعلڻ“ لنگھي لاحد چوان تو مان

# آيس هن اولي ۾

تلهہ: هت عاشق تي اظهار آيس هن اولي ۾
تي ملڪن جو مهندار وينس وچ ٽولي ۾

مون کي عزازيل صحيع سجاتو طوق لعنت جو ڳل وچ پاتو
ڳلا سندي گفتار هلي پيس هولي ۾

بهشت دوزخ جو ڪيم بهانو حورون ملائڪ ۽ غلمانو
داٽي جي درڪار رُلايس رولي ۾

اِها ملامت آهي مهانگي ڪاتي دلو ڪاتي دانگي
ڀُلي پيا ڀُلڪار ڏسي هن چولي ۾

اصل هيو منهنجو ملهہ مهانگو عشق ڪيو اچي هت سهانگو
"لعلڻ" جي للڪار وڏو ڏول ڏولي ۾

# گيت انالحق ڳاياسي

تلهه: پنهنجي رائي سان هت آياسي     سڀ پورا مطلب پاياسي
ذاتي ذوق ظهورو ظاهر صورت ۾ ته سماياسي

سير ڪري سلطاني سارو     انگ پيوت لڳاياسي
بنواسي تي ڦرون بيراڳي     ٻرهئون بيک بناياسي

ڪاٿي ملان ڪاٿي قاضي     ڪاٿي ڪنڌ ڪپاياسي
هر مظهر ۾ حيرت آهي     هُلَ هنگلاج هلاياسي

ڪاٿي عشق الاهي ۾     گيت انالحق ڳاياسي
ڪاٿي "لعلڻ" تي لاثاني     ميلا خوب ملهاياسي

## صوفي صفا سردار هون

ٿلهہ: پي پيالو نوش نادر مَئين ماهر مختيار هون
مئي مهو ۾ موج مستي عالم اُتي اختيار هون

شوقئون شرابي شاه تي نازڪ نظر هڪدم پيئي
دست ساقيءَ سان مليو ۾ مئي ملي مئي خار هون

برهہ جي بيشڪ بشارت مرڪي مغان مونکي ڏني
پي پريمي پاڪ ٽياسي مالا مئي دار هون

گم گم غازي غيب ۾ غالب ٽيس غلبي غرق
سر صداقت سير سالم صوفي صفا سردار هون

نينهن جي نوبت نشي سان وره واري سا وڳي
قلزم قائم قلبي اندر دم دمين ديدار هون

وحدت سندي وائي ويراڳن "لعلڻ" اسان کي جان لڳي
نيهي نفي نازڪ ٽياسي نينهن جا نامدار هوَن

# عشق جو اظهار

ٽلهه: ٻانهپ ٻولي ناهين ڪا هي عشق جو اظهار آ
عبده و رسوله اهو اصل انوار آ

ڇڏ گدائي تون ادا هر گز نه آهين تون غلام
جنهن سڃاتو پاڻ کي سوئي سچو سردار آ

هي اوٺ آدم جي پيڇي تون احد کي اظهار ڪر
چو تو پلائين پاڻ کي چئه انالحق اقرار آ

اصل ذات تنهنجي ڇا آهي ڇا مان هتي ڇا ٿي آئين
ظاهر ڪري ڏي پاڻ کي ڏڙ ڪان اصل سر ڏار آ

هڻ تون دم منصور جيان هن من خدايم موج ۾
لاخوف "لعلڻ" خود آهي سولي مٿي سرشار آ

# سجدو ڪيم ثابت صحي

تلھ: آخر اول اظهار تي اسرار ۾ آهيون اَمَر
ظاهر ڏسي باطن اندر موجود آهيون اول آخر

صورت سهڻل جي ڏسي سجدو ڪيم ثابت صحي
هي حڪم تيو هاديءَ سندو ڏس اَمُر پنهنجي ڪي اندر

پُرجام وحدت جو مليو آهي نشو بس نينهن جو
آ عين انور ڪيو اسان ڪي صاف تي بيناسي سر

شهنشاهي ڪي ڇڏي بس محويت ماڻِي اتم
ترڪ دنيا ڪان تنها تي نور انور ۾ نظر

لولاڪ مظهر ميم جي لائق تيو "لعلڻ" لقاءُ
ازلئون اويسي عشق جو عاشق مٿان آهي اثر

# عشق جي اظهاري

تلھ: جڏهن عشق لڳئي اظهار ڪيئِي
توڙي بيوس تين نہ بيزاري ڪيئِي

اول عشق اندر ۾ توکي لڳو
سهڻي صورت جو پائي آئين وڳو
ڪري بشر بهانو پول پڳو
پوءِ بيشڪ هتڙي بهاري ڪيئِي

جڏهن عشق توکي مخمور ڪيو
پوءِ سيني سمائيئي سور اِهو
ڏنئِي مثل ۾ تي مذکور اهو
هت پاڻ اچي پوئِواري ڪيئِي

جيئن شاه بلاول گهاٽي پيڙيو
تيئن ذوق ذکريا ڪَرت چيريو
نيزي شاه عنايت آهي چڙهيو
تي منصور سولي ساري ڪيئِي

ڪاٿي تبريزي ٿي تاب ڪري
ڪاٿي شوق مان شمس شتاب ڪري
اهو نينهن پنهنجو ناياب ڪري
سڀ صاحب پوءِ سردار ڪيئي

ڪاٿي انا جو آواز ڪيئي
ڪاٿي ناطق ڪاٿي نياز ڪيئي
ڪاٿي "لعلڻ" ٿي ته لحاظ ڪيئي
اهو ناز ڪري نرواري ڪيئي

# عشقين اشارو ڪنهن ڪيو

ٿلهه: ڇا اوتارو اَول وارو ڇا پسارو پيش پيو
نينهن نارو ذات وارو مار مارو ڪنهن ڪيو

ناسوت ڪان نڪري ويو جبروت ڪي جهاڳيئين وڃي
ملڪوت جو ماهر ٿيو اُتي وار وارو ڪنهن ڪيو

هاهوت ۽ باهوت ۾ ڇا مزو مختيار هو
ڇا اول ۾ آخر سندو پر سير سارو ڪنهن ڪيو

اي رفيقو حال سان ٻڌو خيال منهنجي جي خبر
"لعلڻ" سندي لَنوَ ذات ڪي عشقين اشارو ڪنهن ڪيو

# حسن جو تاب تجلو

ٿلهه: حسن جو تاب هي تجلو پسائيي پاڻ پئي پنهنجو
حقيقي حق حڪم حاصل هلائيي پاڻ پئي پنهنجو

هٽي هت من خدا نعرو اچي ڪيئِي موج منصوري
سڏي سرڙو رکيئِي سولي صلاحيئِي پاڻ پئي پنهنجو

سڏائي شمس تبريزي ڪري مذڪور ڏيڪاريئِي
ڪِلي گلڙي ڏِنئي لاهي ڪِلايئِي پاڻ پئي پنهنجو

فدا فرهاد ٿيو فاني شفاقت شوق شيرين جي
سراپا سر رکي سرمد ڪپايئِي پاڻ پئي پنهنجو

هِتي "لعلڻ" ڪري لائق احد مان عبد ٿي آئين
بنائي ميم جو مظهر ملهايئِي پاڻ پئي پنهنجو

# آهي ذات قدير

تلهہ: ظاهر بندو باطن مولا آهي ذات قدير

عبديت جي اولي اندر صاحب سميع بصير

الانسان سري و اناسره ثابت ٿي تصوير

تخت هزارون رانجهن آيو ڪارڻ هير حقير

صورت مرشد معنيٰ الله انور شاه أمير

رمز انهيءَ ڪي سمجهي ڪوڪو مرد هجي مهمير

لوڪ پلائڻ آيو "لعلڻ" ڏيوڻ فيض فقير

# عجب اسرار تي آيو

تلهہ: نظاري نينهن جو نازڪ    عجب اسرار تي آيو
پهري پوشاڪ لولاڪي    پرين پڳدار تي آيو

انا احمد بلا ميمي    الائي عشق وحدت ۾
ڪري هٿ عبد جو اولو    منو مهندار تي آيو

پائي جامو جلالت جو    عدم ڪان انس جي اولي
مهيسي موج مستي سان    حيدر هسوار تي آيو

وڃائي نينهن جي نوبَت    حسيني حال ٿيو حيرت
پسائڻ پاڻ کي پنهنجو    نيزي نروار تي آيو

شرف هو شيخ صنعاني    ٿيو ياڪي يهودڻ تي
ڪاڏي ويو شان ۽ شفقت    زاهد زنار تي آيو

ڏونگر ڏاري فنا ڪيَڙا    فِراقي شوق شيرين جي
ظهوري ذوق جي خاطر    عاشق عطار تي آيو

انا احمد موج منصوري حڪم حقي هلايو تي
هلي حق جي هدايت تي سُولي سينگار تي آيو

ڪيو اظهار يوسف ڪي محبت عشق زليخان جي
بنا مُلهه جي وڪاڻو پئي برهه بازار تي آيو

ڪٿي "لعلڻ" ڪٿي لاحد ڪٿي حد ڪان آهي بي حد
ڪٿي سامي ڪٿي سرمد ڪٿي انوار تي آيو

# جت ڪٿ ياراڻي

ٿلهه: سڀ صورت سر اسرار اٿئي
جي تون ڄاڻي جت ڪٿ ياراڻي

ڪاٿي ملان ڪاٿي قاضي
ڪاٿي رنج آهي ڪاٿي راضي

ڪاٿي رکي ٿو برهه جي بازي

ڪاٿي بي رنگ بيزار اٿئي

ڪاٿي هندو ڪاٿي مسلم
ڪاٿي جاهل ڪاٿي عالم

ڪاٿي ڪري ٿو سجدو سالم

ڪاٿي ڪفر ۾ قرار اٿئي

ڪاٿي نينهن نيارو مذهب
ڪاٿي رکي ٿو ملت منصب

ڪاٿي غرق رهي ٿو غب غب

ڪاٿي زاهد زنار اٽئي

ڪاٿي سياڻو سالڪ آهي
ڪاٿي ٿرڪ ۾ تعلق آهي

ڪاٿي ملڪ جو مالڪ آهي
ڪاٿي نانگو سر نروار اٽئي

ڪاٿي رهي ٿو مسجد اندر
ڪاٿي مئخاني ڪاٿي مندر

ڪاٿي گورک نات مڇندر
ڪاٿي علي انوار اٽئي

ڪاٿي آڙي عشق ڪان آهي
ڪاٿي لَنوَ ٿو "لعلڻ" سان لائي

ڪاٿي فهم فقيري پائي
ڪاٿي صوفي سر سردار اٽئي

## دم دم جو ديدار

تلهہ: دم دم جو ديدار آهي يار اسان کي
ونحن اقرب ويجهو آهي وٿي نہ آهي وا

نفل نمازون ناتهہِ کيون سي قلبي آهي قرار
ونفخته فيه جو آيو اشارو ازلي آ اعتبار

خلق ال آدم اعليٰ صورت عشق سندو اسرار
لونءُ لونءُ اندر "لعلڻ" آهي رڳ رڳ ۾ رفتار

# سر جو سانگو لاهيون تا

تلهہ. اول سر جو سانگو لاهيون تا پوءِ پير پريت ۾ پايون تا

عشق واري انصاف اڏي تي كات سان كنڌ كپايون تا

محبت جي ميدان ۾ محكم قربئون قدم كڏايون تا

مام منصوري موج اسانجي سوليءَ سر سلهايون تا

بانكا بي پرواهہ بهادر شاهي طبل وڄايون تا

مست نظاري ملك انهيءَ ۾ انالحق الايون تا

عرش فرش تي سير اسان جو ڳليءَ ڳليءَ ۾ ڳايون تا

مهڻا طعنيٰ جهيڙا جُنيون چُم چُم سر تي چايون تا

نسنگ تي نروار نظاري "لعلڻ" سان لَنوَ لايون تا

# دل آباد ٿي رهي آ

ٿلهه: دل عشق جي اوقات ۾ آباد ٿي رهي آ
نظرِ ڪرم عنايت امداد ٿي رهي آ

ملڪ و فلڪ افلاڪ ۾ آواز عشق جو
نادر نظاري نينهن ۾ خود ناد ٿي رهي آ

جذبات جاءِ بجاءِ هي جلوو حسنِ جمالي
ثابت سخن سچائي صِياد ٿي رهي آ

مشتاق آ مدامي "لعلڻ" اصل ازل کان
هر دم برهه بقا ۾ سرشاد ٿي رهي آ

# عقل ويو اسلام

تلهہ عقل ويو اسلام عشق جي لڳڙي چوٽ جنهين کي

گهير عشق جي گهاتو گهرن تا
وير وحدت کان کين وَرن تا
ثابت کن تا سلام
عام کان آهي اوٽ جنهين کي

دين کفر جو دفتر ڊاهي
عاشق وَيَڙا اڳتي کاهي
هر دم هٽن تا هام
مرڻ کان ناهي موٽ جنهين کي

مرڻ کان عاشق اڳ مرن تا
هر دو جهان ۾ جُنگ جيوَن تا
پي وحدت وارو جام
کيو آب حيات اُلوٽ جنهين کي

"لعلڻ" ليئڙو پاڻ ۾ پائي
پَسَڻُ پَسَڻَ ۾ پاڻ پسائي
خودي کائين تا خام
گهايو آهي گهوٽ جنهين کي

# دل درد کئي آ دلگير

تلهہ: کنهن فراق کيو آ فقير    دل درد کئي آ دلگير

خلق ال آدم اعليٰ صورت    پهريم پوش من راني مورت
آهيان سميع بصير    دل درد کئي دلگير

ال انسان سري و اناسرهٗ    ظاهر باطن هر دم هو هو
قائم قلب قدير    دل درد کئي دلگير

ونفخته فيه من روحي وارو    سمجهہ تون سالک عين اشارو
عشق لڳم اکسير    دل درد کئي دلگير

عَقرب وارو قرب کمايم    ونحن ويجهو پاڻ پسايم
توڙئون هئي تصوير    دل درد کئي دلگير

"لعلڻ" نام سڏائي آيم    تاج لولاکي ميمي پايم
ناهيان کنهن جو وزير    دل درد کئي دلگير

# برهہ پڙهايو باب

ٽلهہ: برهہ پڙهايو باب تنهن ۾ علم عقل جي بات نہ ڪائي

عرشئون آيا چارئي دفتر ڪولي ڏٺاسون سيئي استر
نہ تيا نينهن بنا ناياب گرو گرنٿ پرگات نہ ڪائي

ڪفر اسلام جو دفتر ڏاهي عشق چيو هل اڳتي ڪاهي
جاتي ڏوهہ نہ آهي ڪو ثواب تون مان آهي تات نہ ڪائي

دين ڌرم چا سگ سياپا لڄ شرم ۽ لوڪ لاڳاپا
آهي عشق اتي ارباب جاتي ريت رسم رسمات نہ ڪائي

مذهب وارا قيد ڪشالا بار لاٿا سڀ من تان مولا
ڪامل مليو آ ڪتاب جنهن ۾ "لعلڻ" بناہي لات نہ ڪائي

# حسن ديدار جي خاطر

تلهہ: ڪيو سي پاڻ ڪي ظاهر . حسن ديدار جي خاطر
چڙهيو سر شوق جو چولو منٺي منٺار جي خاطر

برهہ جون بار بدناميون اوهان جي عشق ۾ آيون
اسان بہ بَرچشم چايون تنهنجي اقرار جي خاطر

ڪنيا تو. نيڻ نازن سان ۽ غمزن سان غمازن سان
رنداني رمز رازن سان عجب اسرار جي خاطر

رکي تو يار سان ياري ڪئين سين خلق جي خواري
چمي چشمن تي چوڏاري پرين ڪنهن پيار جي خاطر

لائي لَنوَ يار "لعلڻ" سان سچي ناتي نيائڻ سان
ڳڻ اوهان جي ڳائڻ سان گلِ گلزار جي خاطر

# وٹ سبق نفي اثبات جو

ٽلهه: ٻي سڀ ڳالهه اجائي ٽي وٽ سبق نفي اثبات جو
ذات ظهورو ٿيندُئِي ظاهر ذورج تون ڏينهن رات جو

سواءِ نفي جي ڪين ڪي ملندئي سُر ڪو ڪنهن سوغات جو
پوءِ پروڙج پاڻ ۾ پيهي ڏاها انهيءَ ذات جو

ٻيائي دوئي دور ڪري ڪر تڪيو تعليمات جو
هيڪڙائيءَ ۾ هميشه درس ڏي درجات جو

جاڏي ڪاڏي فرق نه آهي هڪ خدا جي ذات جو
تون ڇڙو در بند ڪري ڇڏ پنهنجي انهيءَ وات جو

دم دم دلبر دائم آهي ڳولهه پرين پريات جو
لطف وٺي ڏس لحظي اندر ”لعلڻ“ واري لات جو

## برھ باھ ٻاري

تلھ. اھڙي عشق اسان کي برھ باھ ٻاري
لڳي آڳ اندر ۾ جلي جان ساري

عقل هوش وَيَڙو پتو ڪون پَيَڙو
ڏاڍي ڪَيَڙو رهي نہ هوشياري

آهيو مست مدهوش محڪم مجازي
نڪي نام نيڪي ناهي خبر خواري

مهڻا ملامت شاهي شاھُ شُهرت
ڪيو مست محبت لڳي ويئي بهاري

لَنوَ يار ”لعلڻ“ لڳي وئي اهڙي
وسري نہ ڪڏهن آهي ياد ياري

# دردن دود دکايو آ

تلهه. عشق تنهنجي آ آتش لائي دردن ڏود دکايو آ
محبت مچ مچايو آ

ننڊ نہ کا آرام اچي تو سک تنهنجي تہ ستايو آ
دم دم دل ۾ دليل اٿن تا تاب حسن جي تايو آ

چاڪ چڪي ناسور ڪڙا ٿيا باھہ بدن ڀڙڪايو آ
آڳ اندر ۾ عشق مچائي ڏکن ڏاڍو ڏکايو آ

مرض مڙئي جسم ۾ جاڳيا ڦڪين فرق نہ آيو آ
سوين طبيب حڪيم هليا ويا عشق تماشو لايو آ

انگ الستي روز ازل کان ڪاتب قلم وهايو آ
ڏک ڏولاوا باب منهنجي ۾ "لعلڻ" سور سوايو آ

# لڳو عشق آفات

ٿلهه: لڳو عشق اديوَن آفات مونکي
آهي من ۾ ماتم ڏينهن رات مونکي

لونءِ لونءِ ۾ لوري آهي جيءَ ۾ جهوري
لڳو ذوق زوري ٻي نه تات مونکي

برهه باه ٻاري رهيو جوش جاري
آهي ياد ياري وائي وات مونکي

مهڻا ملامت طعنا ۽ تهمت
آئي آ عجيبن اها ذات مون کي

جاڳڻ سان جائي لَنوَ "لعلڻ" لائي
مليو محب ماهي پريات مون کي

# عشق ڏنو آزار مونکي

ٿلهہ. تنهنجي عشق ڏنو آ آزار مونکي
بيوس برهہ ڪيو آ بيمار مونکي

ڏينهان رات مونکي آهي رات وائي جگر جان جيرا جلايم جدائي
منهنجي سورن جي ڪنهن کي ڪل نہ ڪائي
ڏي محبوب منٿرا آڌار مونکي

توسان نينهن لاتم نڪي ڄاڻ ڄاتم
مهڻا ملامت چمي سر تي چاتم
توکي پنهنجو سمجهي پرين پيچ پاتم
پهريان پيار ڏيئي نہ ڪر ڌار مونکي

روئان ۽ روئاريان ڏونگر تي ڏاريان
ڪڏهن محب ملندين نِرتئون نهاريان
دم دم دانهان ڳرڪي سانول تو ساريان
سواءِ روج راڙي جي ٻي نہ ڪار مونکي

دردن جون دانهون ٻڌي لوڪ سارو
ڪنهن جو ڏوهہ ڪونهي ڪيو عشق اُمارو
لکين عاشق "لعلڻ" آيو تنهنجو وارو
ڏيندو سوپ سهڻو سردار مونکي

# نِسَنگ تي نچان ٿو

تلهہ عجب عشق اوقات سان ٿي اچان ٿو
پهري پيشوازي نِسَنگ تي نچان ٿو

لڳو عشق اعالىٰ برهہ ڪيو بحالي
مُڙَڻ تيو محالي محبت ۾ مچان ٿو

ڪٺي ساز سهڻا سڄو سُنگ سينگاري
رقص راڳ رنگ ۾ راضي ٿي رچان ٿو

گهمان ڳوٺ ڳليون ڪيان در گدائي
شمع تي شِتابي پتنگ جيان پچان ٿو

آهيان صاف صوفي رکان دل صفا تو
بقا جي بندر تي برهہ ۾ بچان ٿو

لڳي لَنوَ "لعلڻ" جي ڪيو جنهن فراقي
وٺي راهہ رندي وحدت ۾ وسان ٿو

# نامِ خدا پيارا

تلهہ خنجر خضاب ڪر تون نامِ خدا پيارا
آزار عشق جو ۽ ديدار ڏي دِلارا

سرشار ڪر تہِن سِر کي شوقئون شغل شِتابي
سامهون سهٽا صنم ڪر تلوار تيز تابي
نيزي تي ناز نرگس نادر ٿيا نيارا

ظُلمات جي ظهوري نيشان ڪيو نظر کي
آبِ حيات اعليٰ ارشاد ڪيو اثر کي
مرندا نہ مرد مانجهي سورهيہ آهن سوپارا

سر جو آ صاف سودو ڪرڻو آهي ضروري
عاشق جي عيد ازلي سينگار آهي سُوري
زَنَخ جو زيب زهري اَبرُن سندا اشارا

غُنچي ۽ گل چَمن ۾ چهرو ڪري گلابي
ماڻن سان محب مارين شملا ٻڌي شرابي
گهورن سان گهن گهن ۾ پردي اندر پسارا

توکي پرين پسڻ لئي عاشق اڏي تي آيا
لبريز لعل موتي "لعلڻ" لڪين گوايا
مشتاق ٿيا مدامي سوين سڪندر دارا

# تنهنجي حسن جو بيان

تلهہ: تنهنجي حسن جو ڇا مان بيان ڪيان توڙي حوران پريون غلمان هجن
تنهنجي تاب حسن جو ڪير جهلي پلي طور سينا تابان هجن

تنهنجي حسن جا جلوا ظهور ٿيا ڏسي شمس قمر مجبور ٿيا
تنهنجي محبت ۾ مخمور ٿيا خود صورت جا سلطان هجن

اکيون تير ٺُفنگ تلوار ڇوان ڪُتا سيف صنم سردار ڇوان
دُرِ صدف اندر اسرار ڇوان توڙي ماڻڪ ۽ مرجان هجن

تنهنجو حسن ڏسي ٿيا ديوَ پرِي ڪيئي مست ٿيا وريا ڪين وري
ٻُڌي هاڪ حسن جي ويا مُدَ مري لکين لعلڻ جيها لاٽان هجن

ڪي نيڻ تنهنجا نروار ڏسي ڪي وار واجهائين وار ڏسي
ڪي انور جا اسرار ڏسي پلِ هاتک سيِ حيران هجن

تنهنجو حسن ڏسي ٽُڪيا ٽُکر ڪنهن گهاٽي ۾ وڃي ٺاهيا گهر
ڪن ڪنڌ ڪپيا ڪن سوليءَ سِر پلي سرمد ۽ صنعان هجن

تنهنجي عشق حسن جا ايڏا اثر ويا ٻَردا ٿي بهرام بشر
ڪندا ڪيئي ويا هِت هُلَ حَشر لک "لعلڻ" ۽ لقمان هجن

# اکين جو اسرار

ٽلهہ اکين جي اسرار جي پڇو خبر عطار کان
جان پڇو صنعان کان جان سرمد جهڙي يار کان

تاب کان بيتاب ٿي موسيٰ وڃي مدهوش ٿيو
کهڙي خبر موسيٰ کندو پڇو مصر بازار کان

مجنون جهڙا مست ٿي لباس ليلا ۾ ويا
خاصيون پڇو خبران يلي مِجاز جون ميهار کان

تخت کان تارک ڪري آيو هير جي حيرت اندر
أنا جي اعتبار سان پڇو احمدي اقرار کان

ڪربلا جي فيض ۾ سارو ڪنبو قربان ٿيو
سر نوڪ نيزي تي هيو پڇو ذوالجناح هسوار کان

من خدا جي موج ۾ منصور جي مذڪور ڪيو
ملان نہ ٿيا ماهر ادا پڇو سولي سندي سردار ڪان

قم باِذنِي قول سان تبريز تابع شمس ڪيو
هنگام صوفي سِرَ متي پڇو نينهن جي نام دار ڪان

هر هڪ دَلَڪَ جي دامِ ۾ "لعلڻ" ويو سڀ ۾ لِڪِي
آخر اول اظهار آ پڇو اويسي انوار ڪان

# تنهنجي اکين ۾ اسرار

ٿلهه. تنهنجي اکين ۾ اسرار ڏٺم  ڪيفي ڪهڙي ڪجل جي ڌار ڏٺم

ياقوت نه مٺ لب لعل چوان  مخفي مُشڪ اَبر خود خال چوان
پروان پيچ پنيون برحال چوان  ابرو سيف عجب ابرار ڏٺم

ڏند موتي داڻا مشڪڻ ماري تو  ڳچي ڳاٽ اوچو تنهنجو ڀاري تو
منهنجو ساهه سڄڻ توکي ساري تو  اعليٰ دَهن گلابي گفتار ڏٺم

لائق لوڏ عجب آهي ٽور ٽلڻ ماري  مور منا سهڻي چال چلڻ
گهائي گهوٽن کي گهورن سان گهمڻ  وڏ رف رف ڪان رفتار ڏٺم

تنهنجا ذلف زنگي آهن راز رنگي  ڏسڻ ساڻ ڏنگي منهنجي دلڙي ونگي
ڪاڪل ڪاريهر ڪهڙي ڪٺن ٿا ڪر  وجهن ور ته واسينگن جا وار ڏٺم

قد قامت حسن حقاني هَئي  تنهنجي پاڪ پرين ته پيشاني هَئي
جلوو جوش جمال جولاني هَئي  سارو جوڙ جسم جنسار ڏٺم

ماڻهو مست ڪَيَئي جن ديوَ ملڪ  توڙي حوران پريون خود خاص خلق
جهلي ڪان سگهيا تنهنجي هڪڙي جهلڪ  تجلي طُور اتي تڪرار ڏٺم

حسن تنهنجي آ حيران ڪيو  موهي محب منا تو مستان ڪيو
تنهنجي لنوَ ته لعلڻ کي لاٽان ڪيو  زاهد ذوق اوهان جي زنار ڏٺم

# گلفام اکيون

تلهہ: موهي مست ڪن ٽيون يار اکيون    گلفام جنگي جلويدار اکيون

اهي پائي ڪجل ڪلُور ڪن    ڏيئي مام اهڙي مسرور ڪن
پورو پورو دلي دستور ڪن    تلوار ڪٽي ڪن وار اکيون

جڏهن جُنگ فرنگي جوڙين ٽيون    تڏهن تير تفنگي ڪوڙين ٽيون
هٽي نيزا نينهن نهوڙين ٽيون    ڏِيَن عاشقن کي آزار اکيون

ڪي مست الست کهائين ٽيون    ڪي بيوس بر ۾ بيهائين ٽيون
ماري مشتاقن کي مجائين ٽيون    ڏڙ ڏار ڪن سِر ڏار اکيون

ڏاڍا وَجهہ وڙهڻ جا وارا ڪن    ماري مير مجائي مارا ڪن
جا صفت ڪيان پَري پسارا ڪن    اعليٰ عين عجب انوار اکيون

توڙي عرب عجم ايران گهمان    توڙي ملڪ مصر ڪنعان گهمان
تي شاهِ نجف جو شان گهمان    اعليٰ عين اهي اسرار اکيون

پلي دارا سڪندر شاه هجن    لڪين "لعلڻ" بي پرواهہ هجن
توڙي حوا آدم ارواح هجن    ڪڏي بهشت ڪان ڪن بيزار اکيون

# برھ ڪيو بي آرام اسان کي

تلھ. ديدن جي دستور دوست وڌو تو دام اسان کي

دلڙي کسي وئين دلبر سائين ڪَيَڙئي چڪنا چور
برھ ڪيو بي آرام اسان کي

مل تہ مانداڻي لهي ڏينهئون ڏِيَڙين ڏور
ڪائڻ پيئڻ آ حرام اسان کي

آءُ تہ اوريون پاڻ ۾ محبت جو مذڪور
موهيو تنهنجي مام اسان کي

لاڄ "لعلڻ" جي توکي سھڻا معلوم حال حضور
پرتئون پيار ۾ جام اسان کي

# ڪيو عشق تنهنجي مخمور مونکي

ٿلهہ۔ ديدن جون دوناليون ڀلي تير هڻ تون
مگر مون کي پنهنجي هٿن سان ڪڻ تون

اکين جي اشاري منهنجي دل ڏُتاري محبت تنهنجي مونکي تي ماري
سهڻل سائين ڇڏ نہ وساري پنهنجي اندر ۾ اها ڳالهہ ڳڻ تون

ڪيو عشق تنهنجي مخمور مونکي سيني سمايو صنم سور تنهنجي
پيو پهہ پچايان گهايو گهور مونکي باقي اجايو ٻي طرف نہ تڻُ تون

ابرو قوس قهري ڪجلي ڪمانا لڳڻ ساڻ دانا دم دم ديوانا
گهمن وار چوڙي سنٺيون سر تي طعنا تن کي سيکاريو نينهن جو نچڻ تون

رمز هٽي تو نهاريو ناز سان دلڙي لٽي وئين رنداني راز سان
ٻهر مونتي ڪر ڪا "لعلڻ" لحاظ سان درد ناڪ دانهون سدائين سڻ تون

# مُجگان مجازي

ٿلهه: مُجگان مجازي من اندر منتاز ماريون ويو هليو

درد جو دارون وجهي دلبر هنيون دوناليون
ديدان ملائي دوبدو دلدار ماريون ويو هليو

رخ رَبوبي رازِ دل رخسار رهبر جو ڏٺم
رمزان رلائي روبرو آ يار ماريون ويو هليو

پنهنجو پسائي پاڻ "لعلڻ" پرت ويو مونکان پلي
پيار کان پلجان نہ تو ڏيئي پيار ماريون ويو هليو

# مشتاق ماريل تا اچن

ٿلهه: تنهنجي محبت ۾ مِٺا     مشتاق ماريل تا اچن
رخ حسن رخسار تي     سهڻا سنواريل تا اچن

در لعل موتي با صدف     مخفي خزاني ۾ دَهَن
مَفتون درِ محبوب جي     خُوئي خماريل تا اَچن

اثر اِبرُنِ جي اُمالڪ     تابِ دل تاراج ڪيا
شوريل شرابي شوق ۾     ڪيفي ڳڪوريل تا اچن

ذالو ذابح زور ۾     بي شڪ بهادر بي رِيا
هن ذلف جي زندان ۾     ور ور وڪوڙيل تا اچن

عينن اثر جي عشق ۾     اسرار ابرن جي ڪري
هن تند ۾ شاهِ گدا     بلڪل بڪايل تا اچن

ياقوت نيلم تشنہ لب     لبريز "لعلڻ" جي لڻيا
حسن شمع جي شعاع تي     لڪ گهوٽ گهايل تا اچن

# ڀلي آيا ڀلي آيا

ٿلهه: روحاني راز جا مالڪ ڀلي آيا ڀلي آيا
ڏاڍي هُيَڙي اسان کي سڪ ڀلي آيا ڀلي آيا

اڏايم ڪيترا ڪانگل ڪري اڄ قرب آيا هن
اسان جي حال جا حاذق ڀلي آيا ڀلي آيا

لائق ٿيا منهنجي مٿان شڪرانا لک دل ڪيا
خدا جي راز جا رازق ڀلي آيا ڀلي آيا

وڇوڙي جا ويا ڏينهڙا جڏهن آيا منا ماڻهون
پياري پاڻ پرين پڪ ڀلي آيا ڀلي آيا

پنهنجي ئي سات کي سهڻا سنيالڻ اڄ وري آيا
ڪري "لعلڻ" وڏا لائق ڀلي آيا ڀلي آيا

## اڄ اڱڻ اسان جي يار آيو

تلهه. اڄ اڱڻ اسان جي يار آيو
ڪري قرب پنهنجو پڳدار آيو

هڪ تجمل سان آيو تاب ڪري
ٻيو بيهڪ سان سهڻي تور ٿري
ٿوري نور اکين وانگي لائيٽ ٻري
سر سهڻو صنم سينگار آيو

واه واه جهانپور ۾ جوڳي جنگ ڏٺم
مست مَحويت سان ته ملنگ ڏٺم
جاتي صوفين جو سالم سنگ ڏٺم
اهو عشق سندو انوار آيو

در دلبر جي دربان آهيان
”لعلڻ“ لائق لک هزار پايان
پنهنجي دلبر کان دم ڌار ناهيان
منهنجي سار لهڻ سردار آيو

# اهڙو نہ پيو انور ڏٺم

تلهہ: آءٌ تہ پنهنجي يار کي | ناز و ادا پرور ڏٺم
حسن صورت سونهن ۾ | سيني مٿان سرور ڏٺم

لعل لب رخسار ڳاڙها | نيم خوابي نيڻ تر
ويتر ڳلن ڳاڙهن مٿان | ورکن جهڙا ور ور ڏٺم

گل بدن گلفام گل آ | گلِ صنم گلزار گل
جِنَ مَلڪَ حُوران پَريون | حيرت انهيءَ هر هر ڏٺم

مُنهن مبارڪ سونهن تي | رُخ مٿان اسرار بس
منجهہ نينهن جو نڪتوعجب | تڪرار ڪارو ترُ ڏٺم

مشتاق تيا ماڻهون مٿان | ”لعلڻ“ لکين لولاڪ ۾
جهڙو منهنجو محبوب آ | اهڙو نہ پيو انور ڏٺم

# عشق علي انوار جو

تلھ: ڳليءَ ڳليءَ ۾ ڳائيندا سون    قرب ڪوھيارل يار جو
سھڻي سخي سردار جو

صورت سانگ بڻايو سرور    پيچ پريت جو پايو پَروَر
آيو عشق الاھي اظھر    دست گيڙو دستار جو

صورت سھڻي اڪ مستاني    ڪن وچ ڪُنڊَل ڳل وچ ڳاني
آيو سير ڪرڻ سلطاني    بيڪ برھ بازار جو

ساقي سرق سوراھي ساغر    جام پياريو ھادي انور
مستي ۾ ٿيو منھنجي اندر    عشق علي انوار جو

حسن حقيقي ھادي وارو    مُک مھتابي نور نيارو
لڳڙو "لعلڻ" آھي لارو    محب مٺي منٺار جو

# يار پرچي ويو

ٽلهه: چيم دل کي ڪلين چو ٽي		چيائين يار پرچي ويو
جنهين سان نينهن جو		ناتو اهو دلدار پرچي ويو

سوين صدما هيا سر تي		ويا سڀ دور ٿي ڏُکڙا
کيو محبوب هو ماڻو		منو منٺار پرچي ويو

غمن دردن سندو دل کي		خِزان جو جي لڳو جهلڪو
آئيون خوشيون بهارن ۾		گُلِ گلزار پرچي ويو

آهي اقرار تهِ دل سان		مگر مجروح مان آهيان
لڳي دل يار ”لعلڻ“ سان		علي انوار پرچي ويو

# مست ڪيو آ

تلھ: دلبر جي ديدار مونکي مست ڪيو آ

ال انساني سر سبحاني پاڪ پرين پڳدار، مونکي مست ڪيو آ

خلق ال آدم اعليٰ صورت سونهن پري سردار، مونکي مست ڪيو آ

ونحن اقرب واڳ وصالي ديدن سان دلدار، مونکي مست ڪيو آ

حال حقيقي رمز رنداني جانب جلويدار، مونکي مست ڪيو آ

"لعلڻ" تاج لولاڪي پائي اسم علي انوار، مونکي مست ڪيو آ

# واهہ واهہ مست منگھن

ٽلھہ: واهہ واهہ مست منگھن رنگ لائي ڇڏيئي
پنهنجو روح رهبر سان رلائي ڇڏيئي

تنهنجو تيرنهن سو چوويهہ ۾ جنم ٿيو    پکن پتافن ۾ صنم ٿيو
انگ انور سان لوح قلم ٿيو    دل دلبر جي ڏڳ لائي ڇڏيئي

تو ڏاڍا ڏکن جا قيد ڪٽيا    هن عشق ۾ سختيون سور سَٺا
پنهنجن جا ڇا پراون جا    سي گوندر يار گنوائي ڇڏيئي

پنهنجي پيرِ مُغان جو پيارو هئين    سرگروهہ فقر جو سارو هئين
بيشڪ نور نزاڪت وارو هئين    اها مرشد مام ملائي ڇڏيئي

تنهنجو راڳ رقص وجدان چوان    ڇا چير جامون جولان چوان
تنهنجو جوش جذب جذبات چوان    لکين جذبن سان ئي جلائي ڇڏيئي

تو محبوب سان جيڪي قول ڪيا    سي ٻاجھارا سڀ ٻول ٿيا
دَمَ دلبر جي تو در تي ڏنا    پنهنجي پنهل کي پرچائي ڇڏيئي

صدي پندرهينءَ ۾ پرواز ڪيئي    اهو ماه ربيع الثاني راز ٿيئي
چوڏهن سو ٺوَ هجري ۾ آواز ڪيئِي    برقعو بي رنگ بدلائي ڇڏيئي

تنهنجا ”لعلڻ“ لک مذڪور ڏٺا    انور نور حضور ظهور ڏٺا
جيئن ملڪ ساري مشهور ڏٺا    واه نوبت نينهن وڄائي ڇڏيئي

# ڳٽي يار ويو

تلھ: ڳٽي يار ويو ٻيو ڳٽي نہ ڳٽي    ھيٺو حال حبيبان ڪنھن کي وٽي نہ وٽي

نڪي ڍنگ بزرگي پيري آ    نڪي حڪم حڪومت اميري آ
ھر دم حال اسان جو فقيري آ    سڏ يار سٽي ٻيو سٽي نہ سٽي

سر ساھ جو سانگو لاھيون ٿا    پوءِ پير پريت ۾ پايون ٿا
سڀ صورت سير سمايون ٿا    ٻيو بار ملامت ڪٽي نہ ڪٽي

اُلٽي ٻولي اُلٽي چالي آ    رندي ريت اسان جي نرالي آ
سچو سُخن ولايت والي آ    ڀَل دوستيءَ جو دم ٻٽي نہ ٻٽي

نڪي ملان ھون نڪي قاضي    ھون نڪي زاھد نيڪ نمازي ھون
اسان رمز رندي وچ راضي ھون    ڪو طرف اسان جي ٽٽي نہ ٽٽي

خام خيال خودي جا ڪاٹون ٿا    ماري نفس پنھنجي کي ميجايون ٿا
پوءِ "لعلڻ" نام سڏايون ٿا    اھو نام اسان جو ڪنھن کي وٽي نہ وٽي

# مٺي منٺار جي خاطر

ٿلهه: ملي منزل نه منزل آ مِٺي منٺار جي خاطر
ڦٿيَل دلڙي فراقن ۾ ڦِري ڦيريدار جي خاطر

نه گهرجي مال زر دنيا نکي آ آرزو عقبيٰ
گهمان در در قران نانگو فقط ديدار جي خاطر

ملي تو پيار پيارل کان مگر هن پيار جي بدلي
پرين جي پيار جو پياسي پلان تو پيار جي خاطر

آهي هت حال ۾ ”لعلڻ“ گذارڻ هن حياتيءَ جو
ڪٽي ڏينهڙا ڪندس پورا انهيءَ جي آڌار جي خاطر

# رمزن واري راز سان

ٿلهه: پيچ پريت جو پڪو پڪو  پيو رمزن واري راز سان

راتيان ڏينهان روح منهنجي ۾ آهي صورت وارو سڪو سڪو
ثابت سُرَ ساز سان

ساري جڳ ۾ سهڻل سائين ڳولهي يار ڪيو اٿم هڪو هڪو
جنهن جي نينهن نهوڙيو ناز سان

انا احمد بلا ميمي "لعلڻ" ڪونهي لڪو لڪو
لوچي لڏم نہ لحاظ سان

# تنهنجي پاڪ تصور مان

ٽلهہ:منهنجي دل اوهان سان الاهي ڇو لڳي آ
الاهي ڪو رَمل آ الاهي ڪا ٺڳي آ

تنهنجي پاڪ تصور مان معلوم ٿيئي ٿو
تو پاڻ دل ڪئي يا ٻئي ڪنهن ڀڳي آ

سوين سور سختيون سر تي سَتاسين
رات و ڏينهان دلڙي دردن ڏڳي آ

پهريان پيار ڏيئي پڪو پاڻ تي وئين
نہ ڪي سڪ ساڳي تي نہ ڪي دل اڳين آ

لَنوَ لَنوَ ۾ لوري آ ”لعلڻ“ ڪي من ۾
اهڙي تار تن ۾ وحدت سان وڳي آ

# ڏاڍي دلبري ڪَيَئي

ٹلهه: وري پيار ڏيئي وري دل چري ڪَيَئي
ڏڪاريل سان دلبر ڏاڍي دلبري ڪَيَئي

رنو پاڻ هئين تون رسڻ هو نه واجب
وري پاڻ پرچي واعدا وري ڪَيَئي

ڪَسي هيس ڪڏهن ڪان ڪَيَئي قرب ڪيڏو
نوازي نظر سان ڪوٺي ڪري ڪَيَئي

"لعلڻ" تي لائق ڪري ڪون ڪو ٻيو
رضا راز پنهنجي اها رهبري ڪَيَئي

# آهين گلاب جو گل

تلھ: منھنجا سھڻل سائين آهين گلاب جو گُل
حيرت هاڪ حسن جي ساري ملڪ ۾ هُل

آهُو نين اکين ۾ اسرار اٿئي
اعليٰ عجب ابرار اٿئي
ڪرين ڪار قتل پائي ڦھري ڪجل

ڪٺي ناز سان نيڻ نھارين تو
موهي مشتاقن کي مارين تو
قابو قيد ڪرڻ جي اٿئي اٽڪل

لب لعل گلابي گفتار عجب
ڏند موتي داڻا مننار عجب
ڪنھن وٽ ڪونهي مٺا تنھنجي مرڪ جو ملھ

لڪين "لعلڻ" تو در ليلائن ٿا
پسڻ تنھنجي پرين ليئا پائن ٿا
هيءُ بہ هڪڙو اٿئي پرين توکي پرتل

# منهنجو ڪڪ ٻ ناهي

ٿلهه: منهنجا سهڻل سائين سڀ تنهنجو آهي
منهنجو ڪک ٻ ناهي

هڪ آهي حاضر ڪري ڏهه ٻ ڏيان لاهي

مال مڏيون محبوب تان گهر گهورڻ چاهي

پل پيا ماڻهون چون ٺاهه پنهنجا ٺاهي

”لعلڻ“ لوڏا عشق جا توڙي چاڙهن ڦاهي

# مان آهيان بلبل

تلهہ: منهنجي اڙي آهي دلِ — منهنجي اڙي آهي دل
تون آن گلاب جو گُل — مان آهيان بلبل

رسڻ يار ڇڏي پرين مونکي پرچاءِ اچي ياڪر پاءِ هٿ هٿ سان ملاءِ
اچ ڇڏي اٽڪل مونسان خوشيءَ سان ڪِلُ

پنهنجي عاشق کي سهڻا ڪين سڪاءِ سينو سيني سان ملاءِ ڏي دل ۾ جاءِ
تون آن منهنجو راڻل مان هان تنهنجي مومل

گهندڙ ڪول ڪٽي ڏسان اک جي اُٽي تنهنجي تات تٽي صبح شام گهٽي
ٻيا ڇڏي ول چل مونسان مل سانول\

ساقي يار صنم ڏي ڪو جام پري سواءِ تنهنجي سهڻا سڀ ڪجهہ وسري
ڪَيَئون شاهي تہ شغل جيئن مچي محفل

"لعلڻ" دل منهنجي مجبور اٿم سدا سڪ تہ سڄڻ تنهنجي سور اٿم
پون پور پل پل وهن ڳوڙها ڳل ڳل

# اهي آثار ارڏايون

ٿلهه: وڃڻ واجب نہ آ توکي    منا مننار نہ وڃ تون
ڪيا جو قول تو پنهنجا    اهي اقرار نہ ڀڃ تون

ناهي اعتبار هن دم تي وڃڻ جون يار ڇڏ وايون
گهڙي هڪڙي گذاريون گڏ    ڪري دل ڏار نہ وڃ تون

سٺي سانگا سيئي سهٽا    رهي پنو راز سان رانول
اهو مڃ سوال هڪ سهٽا    هنئين جا هار نہ وڃ تون

ڇڏي مونکي هتي ويندين    پرين پرديس ۾ پيارا
ڪري ڪو قياس هن دل تي    وري دلدار نہ وڃ تون

لائي لنو يار "لعلڻ" سان    ڪيئي نہ پاڻ پونواري
اهي آثار ارڏايون    ڪري اختيار نہ وڃ تو

# ويا سيئي وڃڻ وارا

ٽلهه: جهلڻ سان ڪين ڪي جهليا     ويا سيئي وڃڻ وارا
پلڻ سان پور نه پليا     هليا پورن پلڻ وارا

راتيان ڏينهان آهي روئڻ     مون کي منٺار ڏئي ويا
کلڻ جا ڏينهن گذري ويا     ويا سيئي کلڻ وارا

ڏيئي ڏکڙا ويا مونکي گوندر     ۽ روز گهاريان تي
سليان مان سور پيو ڪنهن سان     ويا سورن سلڻ وارا

آهي شب و روز "لعلڻ" چئي     مونکي ماتام مارن جو
دري ملندا الائي نه     ملي ويا سي ملڻ وارا

# آيادل جاني

ٿلهه: آيا دل جاني آيا دل جاني آيا دل جاني
سير ڪيتس سلطاني آيا دل جاني

احد منجهان ٿي احمد آيا حيرت منجهه حيراني

پَهري پوشاڪان آيا انور عاشق ٿي عرياني

جوڳي بن ڪي رانجهن آيا ڪَنَ ڪُنڊيل ڳل ڳاني

سوين سينگار لعلڻ تان صدقي پاڪ صورت پيشاني

شمس و قمر قربان سڄڻ تان مَٿ نه جنهندا ثاني

رمز انهيءَ ڪي سمجهي ڪوڪو اولا ڪيتس انساني

انا احمد بلا ميمي ”لعلڻ“ سرِ سبحاني

# دل مولا مونسان ملائي

ٿلهہ: جنهن سان جيئري ٿي وئي جدائي        سا دل مولا مونسان ملائي

دم دم پنهنجي دوست ملڻ لءِ مونجهي دل هئي ماندي
پيار جي خاطر پئي پُڇائي پلڪ پلڪ ۾ پانڌي
نظر عنايت نهري شاه ڪئي ملي آ وصل واڌائي

ڪاف ڪشالا ڪاٽيم ڪيئي وَرهين جا ته وڇوڙا
لحظي اندر لهي ويا سڀ سالن جا ڏک ڏوڙا
نئون نينهن لڳو وري نظر ملي جنهن گهاءُ اکن دل گهائي

سور سمورا صدين وارا ڏک هيا جيڪي ڏيهي
سُگهڙ ساٿي سورن پائي وِرهه ونديا سي ويهي
سڪ سِڪ سِپن جي اِئين وڌي وئي سيني ۾ نه سمائي

والي بابا مير منا مننار مبارڪ پارا
چارئي يار چڱا چوڌاري محب منا مَڻ وارا
لعل سندر سان "لعلڻ" سائين محبت موج مچائي

# دلڙي اڙي اڙي آ

ٿلھ: گھوري جدا رھڻ جي هڪ هڪ گھڙي گھڙي آ
محبوب منھنجي توسان دلڙي اڙي اڙي آ

جنھن ڏينھن يار منھنجي توسان لڳي ويئي دلڙي
هڪدم نہ دور توکان ڪاڏھن لڙي لڙي آ

ديدار ريءَ اوھان جي بيچين دل رھي ٿي
توکان سواءِ اي سھڻا سورن سڙي سڙي آ

ذلفن جي زور تي دل دلبر ڪئي ديواني
ڪاڪُل جا ور وڪوڙي قربئون ڪڙي ڪڙي آ

اھڙو لڳي ويو "لعلڻ" آھي رَمل ڪو دل کي
لڳڙي آ ميڪَ من ۾ جادو جَڙي جَڙي آ

# واعدا وصال جا

ٿلهہ: اِيندين ڪڏهن منهنجا مٺا ساريو اوهان کي ساريان
ياد توکي پئي ڪري ڳوڙها ڳلن تان ڳاڙيان

واعدا ڪَيِئي وصال جا سي تون نہ پاڙيا او پرين
ڪر عنايت ڪا اچڻ جي هِتِ گوندر ۾ ٿي گهاريان

ڇاڪئون وساري يار ويٺين ڪو ڪِياس دلبر ڪوئہ ڪَيُئي
هت سڪ اوهان جي ۾ مٺا ڏکيون گهڙيون ٿي گهاريان

وچ خياطا تون ڪٺي حال مون بيحال جو
ڇَئو وجي تون چنهنب سين پل پل پيئي پڪاريان

لُونءُ لُونءُ اندر لوري اٿم "لعلڻ" مني محبوب جي
تنهنجي درد فراق ۾ پيئي هنجون ٿي هاريان

# رسم رُسڻ جي وسار مٺا

تلھہ: تولئہِ منھنجو ساھہ سکي تو يار     کيئہ چو ڏار مٺا

رُس نہ رُسڻ ۾ چا ھٿ ايندُئي     رَسم رُسڻ جي وسار مٺا

راتيان ڏينھان روح منھنجي ۾     پل پل آھي پچار مٺا

توکان سواءِ ٻيو کير آ منھنجو     ماٺا کري نہ مار مٺا

کول نقاب نسنگ تيءُ نکري     نيڻ کٺي تہ نھار مٺا

يار "لعلڻ" کي ڇڏ نہ وساري     پرچي کر تون پيار مٺا

# وائي سدائين وات ۾

ٿلهہ. سک اندر آهي منا محبوب تو مننار جي
وائي سدائين وات ۾ هر دم هلي هر وار جي

توکي ڏني منهنجا پرين کي ڏينهن ٿيا آهن مُدا
نہ سک وڻي تو ساهہ کي نہ سار آ سنسار جي

راتيان ڏينهان پيو تو روئان وائي وَڻي ٻي کا نہ کا
اکير اکڙين کي آهي دلبر تنهنجي ديدار جي

ياد تنهنجي ۾ صنم هر دم گذاريان تو سڄڻ
هک ويل بہ وسري نہ ٿي گهاريءِ گهڙي گلزار جي

لائق لکين "لعلڻ" تنهنجا جي تون اچين مون وٽ منا
صدبار شکرانا کريان ڏکڙا وڃن ڏهکار جي

# تنهنجا تورا لڪ تہ هزار سجڻ

تلهہ: دل ماندي آتمر دلدار سجڻ     وڃ محب ملي مننار سجڻ

تنهنجا سور پلا دستور پلا     ڏک ڏولاوا پرپور پلا
تنهنجا نِرڪَ نِرالا نور پلا     ڏئي پيار ڪيئي چو ڏار سجڻ

ڏينهن رات آتمر وائي وات اتمر     مون ڪي طلب تنهنجي تات اتمر
لڳي لَنوَ تہ اندر ۾ لات اتمر     چو ياڪي ڪري وئين يار سجڻ

هڪ وار اچي گڏ گهار اچي     منهن محب منا ڏيکار اچي
ڪٿي نازڪ نيڻ نهار اچي     تنهنجا تورا لڪ تہ هزار سجڻ

هي عرض تہ ڪر منظورِ نظر     آ عشق امانت حج اڪبر
رَهان محبت ۾ مخمور مگر     لاءِ "لعلڻ" سان تہ لغار سجڻ

# سيف جا سٽڪار

ٿلهه: منهنجي ڪانءُ سري تنهنجي يار سري    دلڙي درد وَندي پئي دانهون ڪري

هڪ سئيفن جا سٽڪار ڪَيئي    چو وار ڪري پوءِ پيار ڪَيئي
اهو نيهن پنهنجو نروار ڪَيئي    اُها ويل منا مونکان نٿي وِسري

غم سوز اَلم تنهنجو يار اُتم    نڪي ياد مونکي گهر ٻار اُتم
شب و روز سهڻا تنهنجي تار اُتم    آيو آهي اصل اَرواح اَري

"لعلڻ" لوڪنون لڪي ليئڙو پاتو مون    اِهو جاڻ نہ اڳ هو ڄاتو مون
لِکئي لوح قلم انگ لاتو مون    دل شام صبح ڳُتين منجهه ٿي ڳري

# روز اک تي قَري

ٿلهه اج رات ڏٺم ٿيو آ خواب سچو    روز اک تي قُري آهي ڪتاب سچو

پرين پاڻ چيو ناهيان توکان پري    سواءِ تنهنجي سهڻا منهنجي ڪانءُ سري
ڏٺم وَنحَن وارو ويچار ڪري    ٿيو خيال منهنجي تي خطاب سچو

دل سان ديد ملائي دل جاني ڏٺم    سُهڻي صورت پاڪ پيشاني ڏٺم
لائق لا مثل لاثاني ڏٺم    جنهن جو مُنور مک مهتاب سچو

لکين لائق ٿيا هن "لعلڻ" تي    قُدسي قول پرين جي پالڻ تي
ٿيو شوق جدائي جي جالڻ تي    آهي برهه وارن جو باب سچو

# آيس تو يار جي سانگي

تلهه: سٺي سانگا سيئي سهڻل آيس تو يار جي سانگي
دلاسا هِنَ دُکي دل کي ڏنم دلدار جي سانگي

کيا ها قول تو کهڙا؟ مگر مان گڏ توسان هوندس
مونکي اعتبار آ تهدل انهيءَ اقرار جي سانگي

برهه جو بار بدناميون سوين سُهما سَنَم سِر تي
کري سڀ سوکڙيون سانديم مٺي مٺار جي سانگي

قِران جوڳي تي در در تي وتان مُرليون وڄائيندو
بهاني بيک رانجهن جي آيس انوار جي سانگي

ناهي آرام هن دل کي لائي لنوَ يار "لعلڻ" ويو
ويراڳي تي وطن پنهنجو ڇڏيم دلدار جي سانگي

# درد ويو ويتر وڌي

ٿلهہ: ديدار لبر جو تيو پر درد ويو ويتر وڌي

بس ملياسي يار سان فِراق ويو فرحت ملي
پر الوداع جي وقت آ رنگ زَرد ويو ويتر وڌي

مان تہ سمجھيو سور ۽ ڏک دور ٿي ويندا هليا
پر هي ڳاراٽو ڳجَھہ اندر جو مرض ويو ويتر وڌي

تصديق ٿي هئي زندگي "لعلڻ" گذارڻ غمَ اندر
روز و شب روئڻ گهٽو ٿي فرض ويو ويتر وڌي

# شب روز قران مستاني

تلهہ: دل درد ڪئي ديواني شب و روز قران مستاني

بار برهہ جو سر تي آيو روزئون روز سوايو
ملي نينهن پرين نيشاني

عشق اندر ۾ آتش لائي باهہ برهہ جي ڀڙڪا ڏئي تي
جوش چڙهيو جولاني

دم دم دلڙي دانهون ڪري تي محبت ڪارڻ مفت مري تي
لڙي "لعلڻ" اِيندو لاثاني

# درد دلربا جا

تلهه: کي درد دلرُبا جا دل ۾ هزار آهن
انداز چا ڪريان پر هِتِ بيشمار آهن

گڏجان تہ پيش ڪيان هاسيڀ سور دل صنم سان
جيڪي ڪيا مون اُن لاءِ جي انتظار آهن

آهن سي دل جو دل ۾ تہ بي ڪي چا ٻُڌايان
هڪ نہ پر هزارين اِسرار يار آهن

آندر ۾ خورا ڪامِن زئفون جگر جلي تو
ويتر جدا رَهڻ جا آزار ڏار آهن

راتو ڏينهان هِجر ۾ روئندو رَهان تو "لعلڻ"
اَبرار جهڙ بدل جان وسندا سي نار آهن

# پيار تہ ڪر

ٿلهہ: مون سان پيارا پرين تون پيار تہ ڪر محبوب مٺا منٺار تہ ڪر

تنهنجو ناز ڪرڻ مون لاءِ آهي مرڻ جدا جيئري ٿيوَڻ وري ڪهڙو جيئڻ
ڪُڏي قرب ڪرڻ پوءِ پُٺِ تي ورڻ اهو آهي ڪرڻُ اعتبار تہ ڪر

تنهنجو مرڪي ملڻ منهنجو خوش ٿي کِلڻ تنهنجو مون ڏي تڪڻ منهنجو مست ٿيڻ
تنهنجي ريت رُسڻ منهنجي دلڙي کسڻ منهنجي ويجهو ويهڻ واپار تہ ڪر

لائق لوڏ للڻ نرڀون يار نرڻ هَٽَ هَٽَ ۾ ڏيوَڻُ مون سان گڏجي گهمڻ
گهوران گهور ”لعلڻ“ سر صدقي ڪرڻ چٽون چپڙا چورڻ گفتار تہ ڪر

# اٽڪي اٽي آ

تلهه: منا مرڪ تنهنجي الاهي چو وٽي آ
الاهي چا مقدر ٻُٽِي آ ٻُٽي آ

لڳي ساهه کي سِڪ گهٽي آ گهٽي آ
رڳو تات تنهنجي ٽُٽِي آ ٽٽي آ

جڏهن اک جي اک سان اٽڪي اٽي آ
ڏاڍي دل کي دلبر وٽي آ وٽي آ

ڏاڍو عشق "لعلڻ" اُچايو گٽي آ
سوا يار تنهنجي نه ڏوري ڏٽي آ

# لقمان ڏيندو ڇا ڦڪي

تلهہ برھ جي بيمار کي لقمان ڇا ڏيندو ڦڪي
درد مندن جي دوا دل سان ڪندو دلبر اچي

لقمان جي مونکي ڏنو لاشڪ أتي لرزي ويو
هڪ دم چيائين چپ ڪريو پر ڪون سگهندو هي بچي

علاج لا علاج تيا جيڪي طبيبن تيار ڪيا
پُڙِيون ڪٽي واپس ويا باقي ڪنداسي ڇا ٽِڪي

مَيتَ منهنجي تي اچي محبوب منڙو مهل ڪا
صَدِ بار سجدا سِرِ ڪيان اِنهيءَ نينهن نازڪ سان نچي

"لعلڻ" چوي هن حال جي ساري حقيقت يار کي
شل مون مٿان مسڪين جي اچي مِهرَ ڪندو مدني مڪي

# الله آندو الله آندو

تلھ پرين جي پيار جو پانڌي الله آندو الله آندو
كمينيءَ جو تيو كانڌي الله آندو الله آندو

خط و كِتابت كو نہ كو نكي مليو پيغام كو
هُيسَ حيرت ۾ هيكاندي الله آندو الله آندو

سال تيا سكندي مونكي وَرھ ۾ ويهي رَهيس
جنهن كاڻ هُيس ماندي الله آندو الله آندو

كانگل اُڏايم كيترا روز تي قاران وِڏم
وڃوڙي كان تيس واندي الله آندو الله آندو

لائق تيا "لعلڻ" مِلي شكرانا لک هِن دل كيا
هجان پرينءَ جي پيراندي الله آندو الله آندو

# نازءِ غماز

ٿلهہ: توڙي نظر ڪٽي نہ نهاريندس
ٺڪي پيار پرين تي پياريندس

پلي پيار منهنجي ۾ پروانو هُجُ
پلي ديدَن ۾ تون ديوانو هُجُ
منهنجي مست صورت تي مستانو هُجُ
توکي مزگن سان پيو ماريندس

گهُنڊ کولڻ منهنجو راز آهي
اِنهيءَ راز رَکيل ۾ کو ناز آهي
هر هر کرڻو توکي نِياز آهي
اِهڙي الفت سان پيو آزاريندس

ماڻو مُرڪ منهنجو ميراث آهي
کَرڻو مُشتاقن سان خاص آهي
وَنڻو ويراڳين کي واس آهي
توکي ڳڻتين ۾ پيو ڳاريندس

اُهو ناز کَيان ۽ غُماز کيان
نکي اوشاقن سان آواز کيان
تڏهن "لعلڻ" تي نہ لحاظ کيان
نہ کي سوز انهيءَ ۾ پيو ساڙيندس

# ڳَل پيل آ جنهن جي ڳاري

ٿلهه: اڳ نہ ڄاتم ڄاڻ پاڻ پنهل سان لاتم ياري

ڪيچي مونسان قهر ڪري ويا پرين نہ ويو پاڻ
چوري وني ويا پنهل کي چارِي

نہ لڳو، هاڻي هوت پنهل سان ٻڌڻ لاڪون ٻاڻ
دلڙي لُٽي ويو سُهڻل ساري

اوڪيون چاڙهيون روز ڏهاڙيون آهن مونسان ساڻ
لايون نينهن گهمان ٿي نياري

ڪاف ڪٿي مان ڪيچ ڏي ويندس ڳنديس روح رِهاڻ
محبت جي مان آهيان ماري

لوچي لهنديس "لعلڻ" سائين پنهنجو پنهل پاڻ
ڳل پيل آ جنهن جي ڳاري

## راهي تي ويا رات

تلهه: جَتَ تہ مونسان جاڙ ڪري      ويا راهي تي ويا رات

هوتَ بلوچ سان لاتم ياري      ڪَلَ نہ هُئي ڏاڍي ذات

نڪي گورَنِ گس نڪي گورا      نڪي ٻُڌم ڪا لات

راتيان ڏينهان روح منهنجي ۾      وائي آهي وات

هيڪر لَهنديس "لعلڻ" سائين      ڏاتر ڏيندمُ ڏات

## لعلڻ ڪاڻ لَڪَن ۾

تلهہ: منهنجي ڪا نہ سَري وڃُ نہ پَري    پنهل چڙي پرديس ۾

راڙيون ڪيان تي روهہَ ۾    ڏونگر تو ۾ ڏَري

بيوس شهر ڀنڀور ۾    دانهون دل تي ڪري

اُديون آريءَ ڄام جي    آيس عشق اَري

وِندر وس واڪا ڪَيا    زاري ساڻ ڏري

راتيان ڏينهان روحَ ۾    ٻارڻ تومِ ٻَري

"لعلڻ" ڪان لَڪَن ۾    ماندي دل تي مري

# مخفي رَکي ويا مام

ٿلهہ: پانڌي ڏِج پيغام سورن سنيھا ساري ساري

ڇوري ڇپر ۾ ڇاڪان ڇڏي ويا مخفي رکي وَيا مامَ
ماندي دل کي ماري ماري

راتيان ڏينھان روح منهنجي ۾ مَن اَندر ماتام
ورق ڇڏيم سڀ واري واري

وارُ وِرهَہ کان واندي ناهيان سَنجهي صبح شام
ڳُوندر ۾ تي گهاري گهاري

جيھي تيھي آهيان اوهان جي ناقص هان ناڪام
”لعلڻ“ تنهنجي لاري لاري

# آيس عشق اَري

ٽلھہ: ماندي دل تي مري وچ نہ پري ٻاروچا ٻانھيءَ کان

وندر وس واکا کيا ڏونگر تومَ ڏري وچ نہ پري

جبل جھاڳيو نہ تئي آ مِل قُربُ کري وچ نہ پري

اَديونڻ آري ڄام جي ماريس ذوق ذري وچ نہ پري

"لعلڻ" برھہ کيو آ بيوس آيس عشق اَري وچ نہ پري

# آيل مونکي اَرمان

ٽلهہ: آيل مونکي اَرمان ڪانَ ڪيائون هنگلاج هلڻ جي

وِرهہَ ويراڳي مونسان وندي ويا درد ڏنائون دان
مِهر ڪندا ڪا موٽي ملڻ جي

وايون وَڄڻ جون اڳ نہ ڪيائون ڪالهہ هٽي ويا ڪان
راتيان ڏينهان ريت روئڻ جي

ڳُجَهہ اَندر جون ڳالهيون ڳُجَهہ ۾ ڪنهن سان ڪيان مان بيان
ڪان ڏنائون سِڪيا سلڻ جي

سامين سهڻا سُخُن سچارا شاهي تن جو شان
اورڻ ڏني هي رڻ ۾ رهڻ جي

"لعلڻ" لوري لاهوتن جي لائي ويا لاٽان
مونکي ڏيئي ويا مام مرڻ جي

# رڳ رڳ منجهہ رَليو

ٿلهہ: عشق تہ آري ڄام جو     رَڳ رَڳ منجهہ رليو

مون سان هوت بلوچ جا     سپ سرتيون سور سَليو

پينر شهر پنيور ۾ ڇاهي     وَيَڙو هوت هَليو

ٻَنڌڻن لاڪون ٻاروچل     سان اَزلي انگ اڙيو

"لعلڻ" وينديَس ڪيچ ڏي ڪاهي     جهليس ڪين جهليو

# مَنُ مِلڻ لاءِ ماندو

تلهه: مَن ملڻ لاءِ ماندو — هوتن کاڻ هيڪاندو

راتو ڏينهان رُوحُ نه آهي — وار وِرهَه کان واندو

درد جا دونهان دمر دمر دل ۾ — جوش آهي جوشاندو

جيءُ جُکي تو ڏيل ڏُکي تو — بِرهه کيو آهي باندو

عشق اندر ۾ آتش لاتي — وار ناهي ويساندو

”لعلڻ“ کي هن لوک ۾ آهي — کنهن اِرادي آندو

# حَياءُشَرم لاهي

تلهہ: آيو سر تي سرتيون وڇوڙو مون کاهي
گنيمُ بار بيشڪ سو ڇَشمن تي چائي

ڏيرن ڏاڍ ڪَيَڙو ڏُڪائي ويا مون
روئان راتون ڏينهان پَلئُ پاند پائي

ڪَيم بس ينيورئون ويندِيس ڪيچ ڪاهي
هٽي تاڪ تاڙيون حياء شرم لاهي

جبل ڪي جهاڳِيندِيَس ڪري هيجُ هِمتان
وِندر ۾ ووڙيندِيس ڇپر ڇنڻ ڇاهي

لنگهي لڪَ لَڪِيون سيِ "لعلڻ" لوءِ ويندِيس
ڪندس سُور سنگتي سونهون عشق آهي

# منهنجو روح رَلي ويا

ٿلهه: پرين پاڻ پنهنجو الائي ڇو پَلي ويا
ڏُک سک بہ سَرتيون سڄڻ نہ سَلي ويا

ويا سانگُ ساري ماندي دل کي ماري
ايندا شل اوتاري کهڙي ٿل ٽلي ويا

ادا ڪانگل اُڏام پکي ڳٽي پيغام
اِيندا صبح کي شام منهنجو روح رَلي ويا

جيهي هان تيهي پُکي تن جي پيئي
ڪيان ڳالهہ ڪيهي جهانگي جَهلي ويا

”لعلڻ“ آهي يقين تهدل سان ٽلقين
منهنجا مارون مسڪين پَلو پال پلي ويا

# مارُن جون تنواران

ٽلھہ: مون کي مارن جون ٿنَ ۾ تنواران    ٿنَ ۾ ٽنواران من ۾ مُھاران

ڏوٽِن کي ڏِنڙي ڏينھن ٽيا ھن    وري کونہ لڏئون ساران سنياران

لاتقنطو    واري    طلب    اَتم شل سُتَتِ لھندا ساران

وِرھَ وِڏيون ھِن وُجود منھنجي ۾    طلب سنديون مون کي تاران

ڪِلي توسان ڪٽ تي ويھي ڪيئَ ڪاوان    ھڪ جيڏيون ڏينديون مونکي مياران

الائي ڇا ڇا چوندا منھنجي لاءِ ماٺھون    ڪندا ھوندا ڪھڙيون منھنجون پچاران

ڏينھن ڪندو مون ملنديس مارن سان    ٻُڌان "لعلڻ" جون للڪاران

# ڏِني ڏينهن ٿيا

تلهہ منڙي مارن کي ڏِني ڏينهن ٿيا
ڏِني ڏينهن ٿيا گُذري سال ويا

رات کي روئيندي ڏينهن ڏکن ۾
ٻـــاريـــــل ڏِيـــــل ڏيـــئا

قيد گذاريان کوٽن ۾
قـــادر ڏينـــهـــن کـــيا

ليوا ”لعلڻ“ پايان پنهنجا
ســـانگـين جيـــکـــي سِـــيا

# اَڄ ڪي اچن منهنجا پرين

تلهه: اڄ ڪي اَچن شل منهنجا پرين    ٻئي صدقي ڪيان مان ساهُ سِري

جن جي جدائي ۾ تي مران    شب و روز ڳڻتين ۾ پئي ڳران
اهڙي لنوَ ڪا لڳي هاڻي ڪيئن ڪريان    واري واڳ وطن تي اِيندم وَري

ويا ناز ڪري بي اَنداز ڪري    جيئن قلم لکيو قضا ڪين ٽري
دانهون درد وندي جو ذري ذري    اِنهيءَ حال حياتي ۾ ويندس مري

اي ڪانگل ادا وڃ تون ڪَهي    لحظي دير نہ ڪر آءُ خبر لَهي
سڏِ سورن جي سلجان سَهي    مون ڏي ايندا وري نتان ٿيندس چري

سانگي سانگ ويا مون ڪي هتڙي ڇڏي    غم درد ۾ ويا ڳوندر گڏي
لائي لوءِ ويا سائين "لعلڻ" لڏي    مان آهيان اُنهن جي ڪوڻي ڪري

# مِلان شال مارن

ٿلهه: منهنجو ساهه سوگهو ڪيو آ سَنگهارن    ڪندو ڏينهن قادر مِلان شال مارُن

مون کي مير ماڙيون ڪينَ وڻن ٿيون    پلنگ پَٽرِٽيون نڪِي سِر سُهن ٿيون
ڏسان مان اکين سان پکڙا پنهوارن

کوهه ڪيڻ ڪاڏا ٻَنِ ڪاڄ تنهنجا    زهر لڳن ٿا تر طعام تنهنجا
رِبَ روز مارون نِڪرَن ٻر ٿارن

عمر مير مون کي بند چو ڪيو ٿي    حڪم پاڪ حضرت جو ڏاڍو ڏکيو ٿي
ڪڏي ڇڏ قيدن مان وڃان وَلهارن

زر بخت زيوَر پَٽ نہ پهريندس    ليڙان ڪٿيران لَڄ نہ لاهيندس
لاکون لعل لويون "لعلڻ" لمڪارن

# لعلڻ عاشق اڇن اوپارا

تلھہ: سوچ سمجھہ سان لھُہ وير جو وَرُ     پوءِ بحر عميق ۾ گھاتو گھرُ

وِير انھيءَ کي وڪڙ ويرا     گھير گھرن تا گھاتو گھيرا
ڦير اِنھيءَ ۾ ڦِرندا ڦيرا     سِيرَ سمنڊ جو سوچي سُر

ڪُن ڪَپر جا ڏاڍا ڪڙڪا     داٻ درياھي دل کي دَڙڪا
ٻانڌ ٻُجَھن تا ٻارِ جا ٻَڙڪا     تانگھو ڇڏي تون تار ۾ تر

پروَسو ڇڏي يَرِ جو اَڄُ تون     ٻيڙي ٺُرھو ٻيٺ نہ پُڇ تون
ڏسندين سيسر مانگرمَڇ تون     واڳون ٻلايون ڏسي ڪينَ تون ڏر

"لعلڻ" عاشق اڇن اوپارا     تَوَڪل ٺُرھي تَرَن تا تارا
لڪين لُڙھي ويا يار لَھَوارا     صَدقي ڪر تون بہ سِيرَ ۾ سِرُ

# چاڪَ ڪيو آمون ڪي چاق

ٿلهه: چاڪَ ڪيو آ مون ڪي چاقُ    چاڪَ بنا منهنجي ڪانهہ سَري ٿي

چاڪُ نہ آ حَقُ پاڪ جوڳي آ    مُرلي ڪيو مشتاق
باهِ ٻِرهَہ جي روز ٻري ٿي

چاڪَ منهنجي ڪي ڪنهن نہ سڃاتو    آهي پاڪَن پاڪ
جنهن لاءِ دلڙي ڳجُ ڳري ٿي

چاڪَ بنا نہ چاقُ رَهان ٿي    وس نہ رهي واڪ
مُني ماندي مفت مري ٿي

منهنجي ڪارڻ آيو رانجهن    ”لعلڻ“ سائين لولاڪ
احد انا جي پريت پَري ٿي

## مون کي مست ڪري ويا

ٿلهه: جوڳي جادوگر مون کي مست ڪري ويا پُريا پورب پَر

ڏِٺم ماٿِ مَڙهيُن ۾ نڪي مهيسي مندر

هليا سي هنگلاجي تالان ڪري تڪَبير

مَٺيان جن جي مُنهن ۾ اعليٰ اَٿن اَثر

آيل آديسين جي آهي نيڪ نظر

"لعلڻ" لاهوتن جو پيو ساٿِ سفر

# ڪاڪ جا ڪنول ڪُماڻا

تلھ: راتيان ڏينھان روح منھنجي ۾ آھن اولاٽا

ڪين جڳائن توکي راڻا         مومل سان ماڻا

ڪاھي اڄُ تون ڪاڪ تي         سمجھ ڪري سياڻا

چانگو چندن چاريان         لَيون لُلرَ لاٽا

"لعلڻ" تو بن ھتڙي آھن         ڪاڪ جا ڪَنول ڪُماڻا

# سارَنگ لَذِڙي سار

تلهہ: سارنگ لذڙي سار ويني ويڙهيچن وَرهہ وسايا

ساوڻ ويس وسڻ جا پايا سانگن جا تيا لايا سجايا
جُهڙ ڦُڙ مينگهہ ملهار بادل پٽن تي پرجي آيا

وڻ ٽڻ ٻوٽا ٽهڪِن ٽاريون بَرڙيون ٻُوريون ڪُنڊڙيون ڪاريون
ڦوڳن ڪئي آ ڦُلار مولا وِڇڙيا محب ملايا

مارون مال چارِن موهرَ ۾ ٽاڪ جنين جا آهن ٿر ۾
ويڙهيچا وَلهار سانگين جا تيا لايا سجايا

محل نہ ماڙيون تن مارُن کي جهوپيون منهنجي جهانگيئڙن کي
پکڙا اڏي پنهوار محبت سان پنهنجا ماڳ ملهايا

”لعلڻ“ لعل لڱين سر لويون ڪنڌا ڪولابا پائِن پويُون
منهنجا سَتُر ڪَن ٽا ستار ڏوڙِن ڏُکن جا ڏانوڻ ڏايا

# چَمن اندر يار آهي

ٽلهہ: هن چَمن اندر منهنجو يار آهي    خوش دل تي باغ بهار آهي

واهہ واهہ باغ باغيچا بلبل    سهڻيون ڪوڪان ڪري تي ڪوئل
سَوين سُوسَن سهڻا سنبل    جاتي گُل بہ آ اُتي خار آهي

رَتن جوت جو ٻاري آ    اُتي ڀَنوَرن جي ڀُڻڪاري آ
گُليو باغ چمن چوڏاري آ    لڳي حسن سندي هُٻڪار آهي

چاهئون چوڪُ چَنبيلي لايو    رابيل روءِ سُورج شرمايو
مورَ اچي جاتي شور مچايو    اُتي چيهَن جي ڇهڪار آهي

ٿانگر ٿنوَر ڪيون هِن ٿاريون    ڪَنوَر ڪَڪوريا بَسَنت بهاريون
”لعلڻ“ خوشيون خُوب خُماريون    لڳو رنگُ عجب اَنوار آهي

# قرب کوهيارل يار جو

تلھ: ڳلي ڳلي وچ ڳائيندا سون. قُرب کوهيارل يار دا
سهڻي سخي انوار دا

صورت سانگ بنايا سَروَر پيچ پريت دا پايا پَروَر
آيا عشق الاهي اَظهر دَست گيڙُو دستار دا

تخت هزارا ڇوڙ کي آيا جوڳيان دا وَل ويس وَٽايا
موهن مرلي بين بجايا رَنگ عجب اِسرار دا

صورت سهڻي اک مستاني کن وِچ کُندَل ڳل وچ ڳاني
آيا سير کيتي سلطاني بيک بِرهِ بازار دا

مليا سُرک سرهائي ساغر ساقي جام پلايا انور
مُک مَهتابي مير منور تاب حُسن تلوار دا

ظاهر باطن ذوق هي ذاتي لَنوَ اندر وچ "لعلڻ" لاتي
صورت ساڳي مين آ سجاتي دم دم دي ديدار تا

# جوڙ جسم جنسار دا انوار دا

تلھہ: آيا عشق حسن دي اولي    جوڙ جسم جِنسار دا انوار دا

حوا آدم کون گھرج ھئي کيھي    داڻي دي دَرکار دا انوار دا

حضرت نوح کون عشق ڏِکايان    لھريان لک ھزار دا انوار دا

ابراھيم آڙاھہ وِچ آيا    آتش گل گلزار دا انوار دا

موسيٰ تي کوھِ طُور جلايَس    تَجلي تي تکرار دا انوار دا

نازِک نُور نِيارا نِرمل    پڙھندا حمد ھزار دا انوار دا

شاھہ منصور سولي تي چڙھيا    واقف تي اِسرار دا انوار دا

شاھہ عنايت صوفي بي سِر    نيزي سر نروار دا انوار دا

شمس الحق وچ عشق الاھي    پرتئون پوش اُتار دا انوار دا

شيخ صُنعان جَڙيان پايان    قيد زُلف ديدار دا انوار دا

"لعلڻ" عشق جنھين سر آيا    بَرسيا بادل بھار دا انوار دا

# تي ظاهر ذوق ظهور آيا

تلهہ: کر حملا حُسن حضور آيا　　تي ظاهر ذوق ظهور آيا

حَوا آدم اِبليس کِتي　　جَرجِيس کتي اِدريس کِتي
تيا لوح قلم دا قيس کِتي　　بن ساقي طلب ظهور آيا

نوح نبي طوفان کتي　　کِنعان کتي سلمان کتي
هن تخت تنبو تُولان کتي　　تي نُوري ہِ خود نور آيا

اِبراهيم خليل کتي　　توريت قرآن اِنجيل کتي
دائود سندو دليل کتي　　تي ذاکر زُهد زبور آيا

ايوب عيسيٰ آسمان کتي　　ملک موسيٰ تي مان کتي
ۂ تاب کتي تابان کتي　　بَن تَجلي تي کوهِ طور آيا

اَحد احمد انوار کتي اِسرار ڪِتي انوار کتي
آيا حيدر تي هَسوا ر کتي کتي محمد تي مَسرور آيا

يعقوب مصر ڪِنعان کتي يوسف تي زُليخان شان کتي
هويا ڏيان زِندان مکان کتي مُلهه وِکرا تي وهلُور آيا

انور شاهه امير کتي آ پير فقير قدير کتي
۾ ”لعلڻ“ دامنگير کتي تي مست منگهن مخمور آيا

# جوڳي آيا دس دا

تلهہ: جوڳي آيا ڪنهن دِس دا ڳليان دي وچ ڳاوَندا
شاهي شور مچاوندا

چوڙيس تخت هزارا روئيندا زار و زارا
ڪيتس ڪيڏا پسارا بار ملامت چاوندا

ڪَن وچ ڪُنڊيل پاڪي موهن مُرلي وڄاڪي
رَمزان خوب رَلاڪي ڦُوڪ فِراق سڻاوندا

رنگ پُور رانجهن سائين ڪارڻ هير اِتاهين
محبت مند چا لاوين دَردان دوڻ دُکاوندا

جنهن دا حُسن حيراني اعليٰ اڪ مستاني
سير ڪيتس سُلطاني در در بِين بَڄاوندا

صورت آل اِنساناً ڪَرڪي خاص بهانا
"لعلڻ" ألنبي معنيٰ آنا عَبد الاوندا

# ماهي مُلڪ عرب

تلهه: تون تہ خوش وسندائين ماهي ملڪ عرب
ميڏا معلوم حال هئي تيڪون سڀ

ڏُکي دانهون ڪران ڪيُون ڪنهن ڪون ڏران
تيڏي سوز درد وِچ مئين پئي مران
پرين پير پري آوين قرب ڪري
تِيوي مئين مُنڙي تي راضي رب

تيڏي تار اندر وچ تانگهہ لڳي
ڳليا جوش جِگر سيني سانگ لڳي
ميڪون روز اَلست والي بانگ لڳي
شب و روز تيڏي هئي تات طلب

سارا لوڪ آکي ميڪون هوش نهين
ٻَلي باهہ برهہ خاموش نهين
قِران مست جوڳي دل خوش نهين
مَن ميلا تيوي ڪنهن سانگ سبب

ٻِن يار ڏادي دل ماندي هي
هُڻ ڪيوين ڪران ٻُکي باندي هئي
ڏکان سُولان ڪنُون نهين واندي هي
لڳي لَنو "لعلڻ" ڪا آهي عجب

# اُجڑِیان جھوکان وَل بہ وَساوِین

ٹلھہ: رَھ وي رانجھن ھک رات    رَحَم پَوَئي شل سانول سائين

سِک تيڏي وِچ سال گنر ڳئي    ھِجر فِراق وِچ وَرھين وَل ڳئي
حال ميڏي دي ھي تات    اُجڑِیان جھوکان وَل بہ وساوين

ھار سينگھار تي سيج نہ پاوَندي    دِلڑي ماندي پئي. کُرلاندي
ٺن وِچ تيڏِي تات    سِک تيڏي وچ سکنديان ھن جاھين

مِھٹي ڏيونِ ميکُون ساري    کُڑم قبيلا کيڑي کاري
بِرھ تيڏي دي بات    ھِک ھِک پل وچ ياد تُساھين

رانجھن جوڳي بَن کي آيا    بي اختياري دي بِين بجايا
"لعلڻ" سائين لات    وَنجھلي والي وَل بي سُٹاوين

# چولا پاکي چير دا

تلھ: ماھي موھن مُرلي والا   آيا ماھَ مُنير چولا پاکي چِير دا

تاج کلنگي تخت ھزارا   چوڑکي رانجھن يارا
مُک وِچ مُرلي بِين بَجاوي   مُلک مَناوي سارا
چاک سڈاوي مطلب پاوي   دِلڑي گِھن دلگير دا

کَڑيان پاکي ويس مَٹاکي   کَن وِچ کُندَل پايا
انا احمد بلا ميمي   آپ و آپ الايا
ٻلي ٻلي وچ ھوکا ڈيندا   تُحفا گِھن تقدير دا

سھٹا سائِين چوڑ نہ جاوِين   مِنڑي تيڈي ٻولي
رَگ رگ دي وچ رانجھن وسندا   لون لون دي وچ لولي
مُرلي تيڈي مست کيتا ھَئي   سانول ساھ سڌير دا

رانجھن راز اَلستي ھويا   "لعلڻ" بيک بھانا
اَحد وچون بن احمد آيا   شاھي شان شاھانا
مظھر مولا نُور مُنور   اَزلئون عشق اَمير دا

## حسن هزاري وي

تلھہ: ویک چَمن دا چاھَ عجائب — حسن بسنت هزارِي وي

ماھ مُنور مُکڑیون مرکن — گُل قُل گل گُلزاري وي

سُوسن سُنبل سبز و سَمن — آ هر گُل جي هُبکاري وي

هر گل ۾ خوشبو هِکائي — دوست ڏني دلداري وي

گل گلابي مُک مهتابي — بیرنگ بِرھ بَهاري وي

وَرسیو مُلک محمد آئي — ”لعلڻ“ کئي للکاري وي

# تقدیر کُجا ہے

تھل-بشرف نگاہ مرد کی تقدیر کُجا ہے
زندان کجا ہے تو زنجیر کُجا ہے

دلیل عشق بازی میں آیا جو کسی کا
غریب کجا ہے تو امیر کجا ہے

ایاز کو ملا تہا مرتبہِ رازِ دل
محمود کجا ہے تو ھمیر کجا ہے

رتبہ ملا مصر کو ابن یعقوب کی طرف
خواب کجا ہے تو تعبیر کجا ہے

ظھور نام "لعلن" شانِ فقیر کا
قرنین کجا ہے تو اکسیر کجا ہے

# تیرا عشق لعلن ہے مجکو

تھل۔ بہت خوبصورت ہے ساجن تمھاری
شمس چاند تاروں کو ہے بے قراری

حوروں پری تے غلمان کیا ہے　　دارا سکندر سلمان کیا ہے
یوسف مصر تے کنعان کیا ہے　　مگر خود خدا کو ہے انتظاری

صفت وثنا کر رہا ہے شجر　　ملک و فلک پر ہے تیری نظر
مگر دو جہاں ہے تیرا منتظر　　تو محبوب رب کا تیرے در ہے زاری

تیرے ملنے کو شب وروز دیوانہ ہوں　　میں تیری محبت میں مستانہ ہوں
تیرے پیار میں بھی پروانہ ہوں　　تیرا عشق "لعلن" مجھ پہ ہے طاری

# آپ اوقات سے آیا رے

تھل۔ آپ ہویا میں آپ ہویا آپ اوقات سے آیا رے
دیکھن دیکھن درشن ہویا لنو لگن سے لایا رے

سری سروپا سانس نہ میرا سئیں سئیں رنگ سمایا رے
گُن گُن گیان ہمارا ہویا گیت انا الحق گایا رے

باپ ہمارا کوئی نہ ہویا کہاں مادر سے آیا رے
آپے آیا آپے جایا کھیلن کھیل کھلایا رے

کہت کبیر کہا کر آیس نانک نام نیارا رے
کرشن کنعیا لکشمن راما اے سب نام ہمارا رے

"لعل" لکھ چوراسی جاما پریم نگر وچ پایا رے
بھیت ہمارا کوئی نہ جانے عبرت رنگ لگایا رے

# دم وچ درشن

تھل- دم وچ درشن یار سجن کا دم دم دیکھن آیا رے
جو دم غافل سو دم کافر برہ نے بھیت بتایا رے

دم سارا اسرار الکھ کا دم وچ دھیان سمایا رے
دم دم دائم درشن ہویا قلب کنول سے کھایا رے

دم ہے ظاہر دم ہے باطن دم نے ٹھاکر ٹھایہ رے
تبشا پوجا شیوا کر کے پاٹ پریمی پایا رے

دم کا دھیا کرو بھائی سادھو دم انوکھی مایا رے
گیان گرو کا گویا گن گن گگن منڈل سے گایا رے

دم بقا باللہ درونی دم نھیں مر جایا رے
"لعلن" نام نیارا دم کا کھیلن کھیل کھلایا رے

# ستگُر شبد سنائونگا

تھل- گن گیان گرو کا گائوں گا   بھائی ستگر شبد سنائونگا

اونگ سونگ سے دم اٹھائوں   گگن منڈل سے جوت جگائوں
نِس دِن خوب خودی کو کھائوں   برہ کی بات بتائونگا

بِن بات گرو سب جوٹھا ہے   جوٹھا لانگڑ لوٹھا ہے
جنم مرن سے ٹوٹا ہے   جب نھیں اٹھائونگا

ستگر سنت سنیاسی سادھو   کام کرودہ سے لوبھ کا لادھو
کہت کھو گر پوری کی   دم وچ درشن پائونگا

بھجن کھو بھگوان کا بھائی   پریت پریم کی پائونگا
چھوڑ کے سکھ سنساری سادھو   "لعلن" سے لنو لائونگا

# دیگر خیال مارا

تھل- منم پدر بہ پیدانم　　دیگر　خیال　مارا
باھوش عیسی است من　　دیگر　خیال　مارا

گھے بر تاج سلطانم　　گھے　بر　بیکھ　برتانم
گھے زمین و آسمانم　　گھے　بر　آب　بردارا

گھے گویم بہ گلزارم　　گھے　غم　نوش　بازارم
گھے بلبل گھے خارم　　گھے　گل　باغ　باگارا

گھے ساغر بہ ساقی یم　　گھے　من　است　باقی　یم
گھے باہوش ہشیارم　　گھے　مدہوش　مستارا

گھے من مست دیدارم　　گھے　من　دست　بردارم
گھے حسن خریدارم　　گھے　من　است　اسرارا

ہمیں گویم نمی باشد　　بجز　خود　یار　من　گوید
گھے "لعلن" بہ انور من　　گھے　درگاہ　سجارا

# پڪو پهه لاهوت جو

ٿلهه: پڪو پهه ڪيو سي لاهوت وڃڻ جو — لڳو عشق اعليٰ پرين جي پسڻ جو

نصر من الله چئي تہ چڙهياسي — شهنشاه قلندر جي در تي آيا سي
لنگهي لعل لئي ڪان ناڪو ڏنوسي — ٽيو راز احمد ملنگ سان ملڻ جو

پنجتن جي باغ ۾ بيشڪ بهاري — جنهن جي اندر هئي قائم ڪچهري
جتي پنجتن جي هئي تخت تياري — اتي عرض ڪيوسي منزل رَسڻ جو

مولا جي ڪوهه تي آهي راز رايو — نعرا هنياسي ڳوهه جُنبش ۾ آيو
ٽيو آ اسان جو لايو سجايو — اتي حلقو هنيوسي دُرود پڙهڻ جو

انهيءَ پاڪ ٽڙ تان وهي نئِن نرالي — آباد ٿيا هِن سيئي سوالي
شرف شاهه روهيءَ کي ڏنو آهي ياعلي — ڪنهن قاضي ملن جي ناهي ڪسڻ جو

هرمُوري جبل تي جڏهن چڙهياسي — ڏيئي پيرَ پيرن تِريُن ۾ ٽرياسي
برابر صِراط واري پل تان ٽپياسي — سواءِ اِسم اعظم جي چارو ناهين چلڻ جو

ديواني شاهہ جو ڏنوسي نظارو    اِرشاد افضل ٿيو انور اشارو
پريون ڊيوٽيون صاحبن فقر خوش ٿيو    سارو اهو ذکر الاهي آهہ ڪرڻ جو

پرين پسيو سي نور نوراني    علي نبي جي آ خاص نشاني
خاتونِ اطهر جو دل جاني    خود آهي اِشارو علي جي اچڻ جو

ظاهر گهر نبي جو نشان آهي    جيڪو نہ مڃيندو بي ايمان آهي
منهنجي مولا جو شاهي شان آهي    در تہ اهو اٿئي فيض وٺڻ جو

انور سائين هِت هُت تون آن    ظاهر باطن تون ئي تون آن
سَڳدَر مَداحي ناقص مون هان    هي ٽولو پرتل اٿئي لاهوتي "لعلڻ" جو

# ياري ياد اٿم

تلهہ: ياري ياد اٿم پنهنجي جي يارن جي     وسري ڪين ڪڏهن وفادارن جي

جيئن حيدر بخش مڱڻهار هيو     سهڻو ساري فقر جو سينگهار هيو
پنهنجي فن جو وڏو فنڪار هيو     ڪهڙي ڳالهہ ڪيان اِسرارن جي

غلام جعفر جماڻي فقير چوان     ويراڳ وجد منجهہ وِير چوان
سچو عاشق صادق امِير چوان     انهيءَ درد وندن دلدارن جي

فقير موج علي ڪي عشق آڙاهہ هيو     لڳو بِرهہ بالا بي پرواهہ هيو
جنهن جو مست الست ارواح هيو     نيڪي چو نہ ڪيان نِروارن جي

فقير غلام علي گهر ترڪ ڪيو     پنهنجو ڪٽنب قبيلو سارو ترڪ ڪيو
دنيا ترڪ ڪيو عقبيٰ ترڪ ڪيو     محبت من ۾ آهي مِنٿارن جي

چڱي چال سان چانديل فقير هيو     سالِڪ سُرت وارو ۽ سڌير هيو
عاشق مرشد تي اَڪسير هيو     ڳڻتي روز ڪيان ڳڻَ وارن جي

سخي رئيس غنو هيو سُخن سچو     ٿريو ڪين ڪنهن ڪان ڪَيَئِن ڪر نہ ڪچو
هٽي عَلَم وينو چَيَئِن يار اچو     سِڪَ سونهن پرئي آ سچارن جي

صابر منگھن فقير مهربان چوان — دم در تي ڏنئين دربان چوان
جنهن جو مِٺي ديري مٺخان چوان — مَنَ ۾ مُونجهه اُتم مَڻ وارن جي

فقيرياڻي نازل فقراه جي آئي هئي — جيئن حسين جي در جي فضا دائي هئي
جنهن کي وات سدا وحدت وائي هئي — خدمت پاڪ ڪيائين پرديدارن جي

پورل شاهه بخاري پلارو هيو — علي شاهه عاشق رضا وارو هيو
سيد مست محمود شاهه مَڻ وارو هيو — آهي سِڪ تہ سچي سردارن جي

”لعلڻ“ پرتل آهن سيئي انور کي — محبوب مٺي پنهنجي منور کي
سردار نبي سچي سرور کي — ڪندو قيامت چڱي گنهگارن جي

# بيت

اَجان بہ آهين، لاهوتي لعلڻ چوي
پرين سندي پار ڏي تا، پِرٽئون پير پرين
دونهان دکائين، پسڻ خاطر پَبَ ۾

پسڻ خاطر پَبَ ۾، تي گاروڙن جي گوڙ
آديسن جي اوڙ، پُرزا کيو پَبَ کي

پرزا کيو پَبَ کي، درويشن جي ديد
لاهوتي "لعلڻ" چوي، تيا کاهوڙي خريد
عاشقن جي عيد، پرين کارڻ پَبَ ۾

پرين کارڻ پَبَ ۾، آيا جنگ جوان
مِلي محبوبن کي، عليءَ جي اَمان
کاڏهين ويندي کان، هَٿئون حيدر شاهہ جي

هَٿئون حيدر شاهه جي، جَنِين پيتو جام
تيا مست مُدام، آيا ملڪ امان ۾

آيا ملڪ امانَ ۾، خطرا لاهي خام
"لعلڻ" جي لقاءَ ۾، ڪيو آديسين آرام
مَهوِيَتَ جي مامَ، ماڻي وينا موج سان

ماڻي وينا موج سان، نوراني جو نور
حاصل تين حضور، "لعلڻ" جي لقاءَ مَئون

عشق ملي نہ عقل سان، ناڻي ملي نہ نِينهُن
بيزار بِرهہ پيئُو ڪان، گدڙ ٿئي نہ شينهن
ڪانوَن هَنجَن وچ ۾، فرق راتون ڏينهن
"لعلڻ" محبت مينهُن، ڪو مرد وسائي ميدان ۾

پير تہ پلا پير، پر اڪين سان نہ پُجن
جيڪي بنا پسڻ پرينءَ جي، تيون روئيو رَت روئن
هلڻ لاءِ حبيب ڏي، آهي ڪهڙي پرتِ پيرن
مِلڻ لاءِ محبوب جي، تيون جَنگهن رِيءَ جُلن
"لعلڻ" لائق ڪَن، تيون عاشقن تي اگرا

نينهن ۾ نامُوس جو، کھڙو آهي ضرور
محبوب جي محبت ۾، ظاهر ذوق ظهور
اُتي اڪبر حج حضور، ”لعلڻ“ جي لقاءَ ۾

نِينهن ۾ ناموس جي، کھڙي آهي ڪار
ڳنڌُ ملامت سِر مَٿي، وحدت ڪِينَ وسار
”لعلڻ“ جي لقاءَ ۾، گھوٽ گھڙي تون گھار
حاذِق اچي هڪ وار، تجلو پسي ڏس طُور جو

نينهن ۾ ناموسَ جي، کھڙي ضرورت
پِيرِي ڪان پري ٿي، يَجُ بزرگي واري پت
نيڪي بدِي ناموسَ ڪي، نِهوڙي ڪَر نيست
”لعلڻ“ هٽي لَتَ، ڪيرِ ڪُفُر جي ڪوٺ ڪي

نينهن ۾ ناموسَ جو، کھڙو آهي ڪم
عشق لڳو عقل ڀڳو، ويو شاهي شان شرم
ڳِلا غيبت غم، ”لعلڻ“ ڪنيو لوڪ ۾

نينهن ۾ ناموسَ جي، کھڙي آهي گُهرج
نِهوڙي ڪَڍُ نَفسَ ڪي، تنهن ويري سان وِڙهج
وٺي اهڙو وَجُهہ، ماري وِجُهہ ملعون ڪي

محبت جي ميدان ۾، کو عاشق تي اچي
پتنگ جان پچي، شمع واري شعاع تي

شمع واري شعاع تي، پتنگن کيو پرواز
”لعلڻ“ سائين لِحاظ، ٽتا رَکن سِرَ جو

ٽتا رَکن سِرَ جو، سُورهه سي سانگو
لَنگِهي ويا لانگهو، لعلڻ بَحَر لَقاءَ جو

آڌار هوندئي انور جي، پَروَر رکندئي پت
حامي هوت محمد هوندئي، سيد رکندئي سَت
عشق عليءَ جو افضل، اعليٰ هوندءِ هِت هُت
خَفو ۽ خَفَت، لَهندُئي شال ”لعلڻ“ چئي

عشق اَٽانگِي ذات، وِجهي وَنگ وَچيرن کي
بيوس وِرهَ وکوڙيا، وو وو وائي وات
”لعلڻ“ ڏينهان رات، مَستُ آهن مطلوب تي

کانگل قريبن سان، تون ٻول وجي ٻيهر
چَئِجُ حال حبيب کيْ، پکي کولي پر
لَمکاري لهي پَئُ، ”لعلڻ“ چوي هَر هَر
چئو دوست اوهان جو در، ڪڏهن ڇڏيندُس ڪين کي

ڪانگل وچ قريب ڏي، منٿ مڃي منهنجي
چَئِجُ حال حبيب کي، آهي تات رهي تنهنجي
اَهَنجِي يا سَهَنجِي، عمر ڪٽيندس عشق ۾

ڪانگل وچ قريب ڏي، الله لڳ اڏري
عرض ڪَجاءِ ادب سان، رکي سجدي منجهه سِري
دل ڦاڙي دانهن ڪري، ڇَڏُ آهي ڳالهه ڳري
مِل تہ ماندائي لهي، نہ تہ ويندس مُحب مري
ڪوٺِي يا گري، تہ بہ پاند مَ لاهہ "لعلڻ" چئي

لڳي تہ لک هزار، ٽُٽي تہ ٽڪو نہ لهي
ڪچي ٽنڊُ ڪافور جي، ڪو سوچي سمجهڻهار
محبت جو مَدار، "لعلڻ" لاڳاپي عشق جي

ٻولي ٻاٽن جي ٻُڌي، ٻوڙا ٿيا ٻَلهار
سَرلَن سمجهي ڪا نہ ڪا، گونگن جي گُفتار
ڄليا ريءَ ڄنگهن جي، منڊا ٿيا مختيار
ڇِڏي ٻل ٻانهن جو، هَليا هٿن ريءَ هوشيار
اکين رِيءَ انڌي پسيو، دلبر جو ديدار
صُمٌ بُكْمٌ عُمْيٌ فَهُمْ لَا يَرْجِعُونَ، اهو عشق جو آچار
پَسَڻ جي پچار، "لعلڻ" آهي لوڪ ۾

ڏِکَن مَتي ڏور، ماڻهن ملهه مهانگا
ٻيلي گاج شينهَن جي، گدڙن کي گانگا
هيري منجهه هيراڪ ٿيا، ڪِيئائين ٿا ڪانگا
پَرکا نہ جن پِتَل جي، سي کَن سون سهانگا
لنگهي ويا لانگها، ”لعلڻ“ بحر عميق جا

لاٿو اٿئي تہ لاءِ، سچو نانگن نِينهُن
ڏُک ڏولاوا ڏاڪڙا، اٿئي محبت سندو مينهُن
لائڻ ساڻ ”لعلڻ“ جي، روءُ تون راتو ڏينهن
توڙي ڪاوَئي شينهن، تہ بہ لنگهي پئو لقاءَ ۾

عشق لڳا مين شکر ڪيتا، ساڏا پل ڳيا حال زمانا
عالم ڪنون آزاد ٿيا سي، مرد لڳا مردانا
ڏوهين جهانا دي ڪاڻ نہ ڪائي، مين چوڙيم شان شَهانا
لَکَ لائق ٿيو سائين ”لعلڻ“ مليا، يار رهيو سي يَگانا

ڏِنو پيالو پيرِ مغان، هي محبتي مختيار ٿيو
خود پرستي خيال منهنجو، ويو وِڃڻ کان اڳ ويو
مُلڪ اُونهين ۾ اوتارو، پيش پنهنجي وَڃُ پيو
سِر جو سانگو صاف لاهي، حرفُ ”لعلڻ“ هيءُ چيو
ملڪ فُلڪ موجود هئي، هن کان سواءِ ڪونهي ٻيو

سکن ساتي گھٽا، ڏکن ڏوتي ۾ کو
ڪُل نَفس ذائقَتہُ الموت، ”لعلڻ“ هلبو لوءِ
سکيو هوندو سو، جنهن جو عشق الله سان

شاهي شوق شراب پلايا، سانون هادي هٿ حيدر دي
پُر پيالا نوش ڪِيتوسي، ساقي سِر سرور دي
پُل گيا ڪُل وَهم وُجودي، چڙهيا نَشا نينهن نظر دي
مَدهوش مَحُو مد مست ٿيوسي، لڳا عين علي انور دي
لَکَ لائق ٿيو سائين ”لعلڻ“ مليا، لٿا خطرا خوف حشر دي

اس شراب کو پهچانو، يي جم جم کا جام هي
شراب پيني سي مزا، رندو کا کام هي
ٽوٽ گئي سب خطره، کيا رحيم کيا رام هي
خاص هي کيا عام هي، ”لعلڻ“ نيارا نام هي

وحدت ۾ کَثرتَ جو، آهي حال هِکو
حقيقت ۾ هک ٿيو، ٿامو سون سِکو
”لعلڻ“ آهي لِکو، پَسَڻَ خاطر پنهنجي

اچي ۾ کاري ۾ کهڙي آهي رک
رڳو پسڻ جي پرک هُن کي حيران کيو

ڏِسَڻ ۽ پسڻ ۾، آهي وڏو فرق
ڪي طالب ٿيا ٿرڪ، وحدت جي ويساهه ۾

ڏسڻ ۽ پسڻ ۾، آهي وڏي وِٿ
اهي طالب ڪِٿ ڪِٿ، جيڪي پَسَڻ ۾ پيهي ويا

ڏِسَڻ ۽ پسڻ جو، آهي وڏو سنڌو
جنهن هِتِ نہ پَسِيو پرين کي، اهو اُتي ڇا ڪندو
آهي اصل اَنڌو، جنهن هِت نہ ڏٺو هوت کي

پَسَڻ ۾ پرين جي، آهي دم وصال
حقيقت ۾ هڪ ٿيو، ماضي قِبل حال
خاصو ڪري خيال، پسڻ پَسجُ پنهنجو

سِگهو وَرُ سيدا، بُڌي دانهن داوَر دادُ ڪَر
منهنجي مُصيبت کي مٽا، محبوب تون اچي مادِ ڪر
معافي ملي جا مونجهہ آ، دل شوق حق ۾ شادِ ڪر
هي آهہ سڻ آقا دو عالم،اعليٰ عجب ارشاد ڪر
لاچ تو "لعلڻ" سندي، ثابت سُخُن صِياد ڪر

جي پائين جوڳي ٿيان، ته طَمَع کان ٿرڪ
آديسين احوال جو، ويهي پڙهه وَرق
کولي پڙهه خوشي سان، اهو نانگن جو ٿرڪ
”لعلڻ“ تڏهن مرڪ جڏهن بازي کٽي برحال ٿينِ

آهي جوڳين جس، جن جيءَ جاڳايو جوش مان
”لعلڻ“ جي لقاءَ جو، ڪنهن ڏاهي ڏِٺُنِ ڏَس
ڪانَ لڳي هَنِ ڪَسُ، مليا وجي محبوب سان

جي پائين جوڳي ٿيان، ته پنهنجو پاڻ سڃاڻ
فاذ ڪروني اذڪر ڪم، اها روح رِهاڻ
من ماري مَحو ڪري، تون مِٺي مزو ماڻ
”لعلڻ“ تاران تاڻ، تِڪِيون هِن تَنبُور جون

عشق جي آڙاهه ۾، ڪي جنگي جوان جلن
وري وري وڍجن، ته به ڪوڏيا ڪِينَ ڪُڇَن
سِر ڏيئي سَرها ٿيا، سُورهَ سي سڏجن
محبت جي ميدان ۾، سي گهايل ڪين گُسن
چَلهه پَل جي چوگان ۾، ڪونڌر تا ڪُسجَن
”لعلڻ“ تامَ اچن، مرد انهيءَ مَئخان ۾

نڪي راضي روئڻ ۾، نڪي کلڻ ۾ خوشنود
نڪي گهاريان گهمڻ ۾، نڪي ويهڻ ۾ وجود
نڪي ساهه سمهڻ ۾، نڪي جاڳڻ ۾ آ جود
نڪي ميجا مقصد ڪي، نڪي لامقصود
”لعلڻ“ سارو سود، منجهائي معلوم ٿيو.

چُپ چُپ ڪري چُپ ۾، تون چُپ چُپ ڪري چَل
حاضر ناظر هادي واري، حال انهيءَ ۾ هل
سچوئي رهُه تُون سيد چوي، سُور نه ڪنهن سان سَل
وَهم وُجودي وائڙا، تون پري ڪري پل
”لعلڻ“ آهي اصل، چشن چُوري چپ ۾

حرف ٻيئي هِڪڙو، روئڻُ ۽ ويراڳ
مانجِهن مانجهاندي ڪاڻ، سُکُ نه ڪيو سُهاڳ
گهڻو کلڻ خوشي ڪرڻ، درد وارن کي داڳ
لائق ”لعلڻ“ لاڳ، آهي رِيت روئڻ جي

ملان مون پرِيُن، راهُ ڏيکاريو رب جو
سواءِ صورت يار جي، ٻيو ٽُرهو اُتي نه ٽَن
جِڏِ پيروي پوپٽ جي، تون پيهِي ڏس پتنگن
ڪُوڙا ڪانيارا ڪَنڌ ڪَٽيا، مکر ڪي نه من
لائي ڏس ”لعلڻ“ سان، ڪوٺا جِڏِ خَتِمَن
مون کي محبوبن، پاڻ پسايو پنهنجو

ملان مون کي ماٺِ، عجب اچي ٿي تنهنجي
هڪ آري رهين عشق کان، هيو ظاهر ڏنئي نہ ذات
مُردي خور مقامي ڇپرا، رڳو طعامن جي ٿي تات
صُورت مرشد معنيٰ الله، رَکُ اها وائي وات
"لعلڻ" ڏينهن رات، مون کي محبوبن جي

نانگو ٿي نروار، عشق کيم اڳواڻ
وسايم ويراڳ سان، وحدت جا وٿاڻ
پَسَڻ پَسِيُم پنهنجو، پسڻ ٿيس پاڻ
"لعلڻ" جي لقاءَ ۾، جاٽي جاتم جاڻ
ڏٺم برهہ وارن جا ياڻ، ٿي متي اگھاڙو ملڪ ۾

پُنهل کارڻ پنڌ، کنديس کيچ مکران ڏي
اهو سڙي هنڌ، جتِ ٻَر ٻَر باهہ ٻري

ٻَر ٻَر باهہ ٻَري، ڀَيَڙَ تا ڀڙکن
سيني منجهہ سيد چوي، مَچي مَچ ٻَرن
اصل کين اُجهن، "لعلڻ" لڳي عشق جي

مومل سندي ماڙ تي، آيا لک راڻا
اچي ڳکوريا کاک تي، کي چريا کي سياڻا
مومل جا ماڻا، موهيا سڀ مينڌري

شُکر کِتوسي رانجهن سائين، جناب آيا سر شاهي
چوڙ افلاڪ ساڏي ڪيتي، رنگپور تي پيا راهي
انا عين اشاره هويا، الست بِرَب اَرواحِي
محمد نام سڏاکر آيا، ميم ملاکي ماهي
”لعلڻ شاهہ“ آيا لولاڪ دي وچ، هڻ گُم تي ڳئي گُمراهي

رُسُ نہ تون راڻا، رُسَڻُ ناهي رِيت
راتيان ڏينهان روح ۾، آهن اولاڻا
چانگي چڙهي آءُ تون، سَمجَهہ رَکي سياڻا
تو بِن مَحب ماڻا، کنديس کنهن سان ڪاڪ ۾

آيل مونکي اوچتو، تِکو لڳي ويو تِير
رَمزَ لَڳي راڙيون ڪيان، نيڻين وهايان نير
واٽ ويندي وس نہ ڪو، ڦٿي ويو فقير
ڦلَم ڦضا تقدِير، ”لعلڻ“ لِکيو لوح ۾

موتي لَک هزار، هيري مَٺُ نہ هِڪڙو
قاضي ڪَنپَر ڪيترا ڪورِي ڦُربدار
ناتي نِينهن ڳَندَڻ جي، آهي پِريُن وٽ پچار
چِني چَڏِن کِيڻکي، توڙي تَندُ تنوار
اٽن ”لعلڻ“ جي لغار، راتيان ڏينهان روح ۾

اصل کان آري ٿيا، نَقل کي نِمَن
انڌن ڪَلَ الله جي، ڪُوڙن رَکي نہ ڪَن
سُنهن ميرا منافق، ناهي مُراد مُنَن
”لعلڻ“ ڪِينَ لَهَن، پرين سندو پيچرو

”لعلڻ“ جا لباس، لڪين آهن لوڪ ۾
يلي وٺن واس، ويچارا ورهہ جا

”لعلڻ“ لڪ لباس، لڪن لکي کو
چورياسي جي چاس، چَکَڻَ سان چَريا ٿيا

”لعلڻ“ لڪ لباس، لَڳن لکي کو
آهي آديسن اداس، ڳُڻَنِ يَري ڳالهہ جي

”لعلڻ“ لڪ لباس، لَڳن لکي کو
نکي باسن باس، بيراڳي باهُوت جي

”لعلڻ“ لڪ لباس، لڪن لکي کو
خبر خاصن خاص، هوندي انهيءَ حال جي

”لعلڻ“ لڪ لباس، لڪن لکي کو
سَتَ رَنگِيو سيد چوي، سُورهُ هوندو سو
ووڙي ووڙي وو، لهندو کو ”لعلڻ، کي

"لعلڻ" لعل لاهوتي، لکين لک هزار
رمز حقيقي حال هکوئي، ڏَلَکَ ڏارئون ڏار
آهي پدمن ۾ پچار، "لعلڻ" سندي لوڏ جي

ڪُفُر منجهه قرار، اصل عاشقن کي
اُونهو سر اسرار، مُشِرڪن معلوم ڪيو

انڌن ليکي عِيد، آهي عشق الاهي
ماتم مُلهه خريد، ڪيو عاشقن اَزَل کان

آهُو نين اُويڙي تيڏي، جَهٽڪ ڏيوَن جَهٽڪار ڏُوهين
جيوين جنگ فرنگي جوڙن، تيوين ڪن تڪرار ڏُوهين
کَٽَڪ ڦَٽَڪ تي هَٽَڪ ٽَڪائي، کَن هَٽ هَٽ ڪَر هَٽڪار ڏوهين
اَبرُو تِير تُفَنگِي مارِن، سيني وِچ سَٽڪار ڏوهين
"لعلڻ" کُون هِڪ لَحَظي دي وِچ، کَرن قَتل دِي ڪار ڏوهين

سڄڻ سارو ڏينهن، تو بن گُذري غم ۾
اِيندو واءُ وصال جو، نئون ٽِيندو نينهن
وري راتو ڏينهن، "لعلڻ" توسان گڏ گذاريان

سڄڻ تُنهنجي سُور، گهڻو ستايو ساهه کي
وِڇوڙي جي واءُ کان، ڏيهان ٽِيَڙين ڏور
چِکَن ڦَٽَ فِراق جا، دل چري چڪچور
محبت جو مذڪور، "لعلڻ" ڪنهن سان سليان ڪين ڪي

سڄڻ تنهنجي سار، دم دم آهي دل ۾
راتيان ڏينهان روح ۾، پل پل آهي پچار
ٻي ڳالهه وٽي تي ڪا نہ ڪا، محب مٺا منٺار
دل منهنجي دلدار، ”لعلڻ“ لُٽي وئين هليو

سڄڻ ٻي انداز، ساريان گهٽو سُپرين
رمزن سندا روح ۾، آهن ٻِرهَہ ٻِياض
وَڄن تا وجود ۾، سورن سَندا ساز
پرواهہ نہ آهي توکي پرين، آهين لاتڪ ٻي لحاظ
تہ نازڪ تنهنجا ناز، هڪ لَهَزي منجهہ لُٽجي وڃن

مرشد ميڪون ايوين آکيا، مئي دا پيوين پيالا، مست رهين متوالا
طَبَل وَڄاوِين مَنصُوري دا، نينهن چڙهاوين نالا، مست رهين متوالا
هندومومن هڪ ڪَرِ ڄاڻين، حال حقيقت والا، مست رهين متوالا
”لعلڻ“ دين مذاهب هڪو، اڃا تي ڪيا ڪالا، مست رهين متوالا

آيا عشق الاهي اندر، شُڪر ڪِيتُم شُڪرانا
مليا دَست مُغان دا ”لعلڻ“، مست رهون مَستانا
قبر حشر دا خوف نهين، هڻ وِسريا ڪُل بهانا
ساقي جام پلايا ساڪون، سير ڪِيتم سلطانا

آيا عشق الاهي اندر، باھر برھ پڙڪائي
اندر ڳورا خوب ٻليندا، روزئون روز سوائي
جنهن نون لڳي تنهن نون پوڇو، اوران خبر نہ ڪائي
مين صدق ٿيوان اُنهان تون "لعلڻ"، جنهن ڪيتي عشق ڪمائي

عِشق دي گهير گِهريوسي، اهو ها ڪوئي روز اَزل دا
لکيا لوح و قلم وچ جوئي، لکيا مِلدا مُول نہ ٽلدا
اَلست ڪَنُون وَت نِينهن لڳا، نهين لڳڙا هَئي اڄڪلھ دا
"لعلڻ" توڙ نيائي ويسون، جو دَم هر پَل پَل دا

اڪيون اَڙِيون اڪيُن سان، ٿيا ميجَن جا مَذڪُور
هِڪَ پَل ۾ پورا ٿيا، دلبر جا دستور
جذبي جوش جلال جي، پلئہِ پيا پُور
گهائي وڏو گهُور، لحظي منجھ "لعلڻ" چوي

اڪيون اڙيون اڪين سان، مُجگن ڪيو مارو
نازَن مان نروار ٿيو، نازڪ نظارو
لڳي لڙائي "لعلڻ" چوي، ٿيو سيڦن شڪارو
چَليو ڪين چارو، مون جهڙي مسڪين جو

اڪيون اڙيون اڪين سان، چڙي پيئي جنگ
ظالم فوج حسن جي، جهليا ديدن وارا دنگ
نيزا ڀالا برڇيون، ۽ تڪا تير تُفَنگ
هِن لڙائي لاغر ڪيا، ڪيئي مست ملنگ
وِجهي وحدت وارا وَنگ، "لعلڻ" عشق عَلِيل ڪيا

اڪيون اَڙيون اڪين سان، اڪين ڦٽو آرام
دِلرُبا دلدار جي، ديدن وڌو دام
"لعلڻ" ڪيو اصل ڪان، الستي انجام
پسڻ جو پيغام، پَسڻ ۾ پُورو ٿيو

مون کي مليو مننار ڪان، ڇَلڙو نشاني
لاهيديس نہ لوڪ ۾، جيڪو ڏنو جاني
"لعلڻ" لاثاني، ڇلو پاتو شوق مان

تورو لکڻ گهڻو سمجهڻ، آهي هڪ هڪ نُقطو نُور
گهڻو لکڻ "لعلڻ" چوي، آهي زائِفاڻو ظهور
معنيٰ جو مذڪور، حَرفَن مان هَٽ آڻ تون

عشق اسان نُون ڪافر ڪيتا، مسلماني نهين مَن وِچ
ناڪوئي دين ايمان اَساڏا، نا ڪُڇ دنيا ڏن وِچ
ب ت ث دي بات نہ ڪائي، ہي تات نہ رَڳون ٿن وچ
بُت پَرستي بات اسان ڏي، رهون بيراڳي بَن وچ
ظاهر باطن يار ڏِنوسي، "لعلڻ" هادي حُسن وچ

هوءِ هوءِ هوتن ڪاڻ، چو نہ ڪيان ڇَپرين
وو وو ڪندي وتان، جو "لعلڻ" ويا لڏي

"لعلڻ" ويا لڏي، ماري ويا مونکي
تاڪون هن تڏي، جيئڙي نہ آهيان جهان ۾

هاڻي هوتن جي مان، ڳالهہ ڪيان ڪيهي
”لعلڻ“ لوءِ لڏي ويا، ڏُور ڪري ڏيهي
پينر هن پنيور ۾، ڪيئن رَهان ويهي
جيهي هان تيهي، تہ بہ ڪاهي ويندس ڪيچ ڏي

ڪن نہ پيئي ڪَرامِين جي، هٿ قلم ڪاتبين
آيا عبرت اَمين، منهنجي ڪَل نہ ڪا ڪنهن ڪي پيئي

ڪَلَ نہ پيئِي ڪنهن ڪي، تِيو فرشتن فِراق
عبرت منجهہ اچي ويا، عَرش زمين اَفلاڪ
”لعلڻ“ منجهہ لولاڪ، مَلڪَن ڳٽي ماٿِ ڪئي

ننڊ نہ ڪيان ها هُوند، هوت نہ وڃي ها هنجهہ مان
ڏاڍا پرايم ڏَڪڙا، برهہ وسي پيئي بوند
آريءَ بنا اٿهوند، ”لعلڻ“ لڪيو لوڙيان

ڪنهن سان سَليان سُور، سُورن ساٿي ناهِ ڪو
”لعلڻ“ لوءِ لڏي ويا، جن جي ڳهايَس ڳهور
پل پل پوَن پور، لَهن ڪين ”لعلڻ“ چوي

وَيا جو وَريام، آيا ڪين اڱڻ تي
آهي صبح شام، ”لعلڻ“ لوري تن جي

سورهہ منهنجا سپرين، جوڌا هَليا جُنگ
”لعلڻ“ ڪڍي لُنگ، بيٺا مرد ميدان ۾

سُورهہ منهنجا سُپرين، هليا مرد مَتير
جَهلي جهليا ڪين ڪي، وڌائون پاڪوڙن ۾ پير
دم نہ ڪيائون دير، جو ”لعلڻ“ لوءِ لڏي ويا

سورهہ منهنجا سُپرين، آيا جنگ جوان
چڙهيا نظاري نينهن، ملهايائون ميدان
ڪَڇي ڦهري ڪانَ، ”لعلڻ“ لوءِ لَڏي ويا

سورهہ منهنجا سپرين، آيا اڄ امير
جوڌا بيٺا جنگ ۾، تِڪا هنيائون تِير
مَڃي رضا تقدير، ”لعلڻ“ لوءِ لڏي ويا

سورهہ منهنجا سُپرين، آيا رضا مڃي راوُت
دغا رکي دل ۾، ڏني دو زُبانن دعوت
رکي ٻَلاڻ پاڪوڙن تي، پاڙيائون پنهنجي پَت
حُرَ بہ چيو هليا وڃو، هت نہ آ حاجت
فرمايو فائق اتي، موٺَڻُ ناهي مَت
سِر ڏيئي ثابت، ”لعلڻ“ لوءِ لڏي ويا

سورهہ منهنجا سُپرين، آيا الله وارا اڄ
آذان في سبيل الله، لڳو دعوت سندو ڏڄ
تَرسُ نہ پَيُن تِر جيترو، لُڇَن ڪي ڪا لَڄ

ويرين مٿان وِڄُ، لهي پيئي ”لعلڻ“ چوي

سورهہ منهنجا سپرين، جُنبِي بيٺا جران
الله جي امان، ”لعلڻ“ لٿا لاڏ سان

اُنن تي امير، پَهريا پاڪوڙا
مُهاران تن مَيَن جون، ڦيرايون فقير
رَضا پنهنجي رب جي، مجي هليا مير
هُئي ائين تقدير، اصُل اِمامن سان

هَلڻ جي هِدايت، ڪَئِي اُنَن ڪي امير
سات سلامت سَتِيو، مَيَن مٿان مير
فرمان في سبيل الله ڪيو، فَهَم ساڻ فقير
هُئي ائين تقدير، اصُل اِمامن سان

اُيريو اوير پار ڪان، ڪَڪَر ڪَري ڪارو
وَٺو مِينهن مولُودِن تي، وَڏ ڦڙي وارو
پاڻي پَٽ پَلَرَ ٿيا، ٿِيو هر هنڌ هاڪارو
ڪِنوٽِن ڪيل ڪڙا ڪيا، وِڄُن ڪيو وارو
موج مُندائِتي مينهن جي، آيو ساوَڻ سويارو
سُڪَرَ سِنڌُ مٿي ٿيا، ويو ڏُڪَر ڏهَڪارو
جن ”لعلڻ“ سان لارو، سي ڏُڪ ڏِسندا ڪينَڪي

اُيريو اُتر پار ڪان، ٻَڏائِين جهانپور تي جهوڪ
وَٺو مِينهن مولودِن تي، مِهرَ ڪيائين موڪ
ساوا سَنگ سَلا ڪَيائين، جيڪي سُڪَل هيا سوڪ

مولا مُلڪ مَلير ڪيو، ٻَڪَر ڏين تا ٻوڪ
”لعلڻ“ چُٺو لوڪ، ڏُڪَر ويو ڏيهہ مان

اُتي وٺ عشق سان، لاهوتن جي لڙهہ
بيحد ڪن پلايون، بي وَڙن سان وَڙ
خودي خام خلل جي، هيڪَر وِڃائن هَڙ
جوڳِن سندي جَڙ، لهندئي ڪانہ ”لعلڻ“ چوي

غ ف ل ت ڪُون چوڙين
وح د ت ڪُون ووڙين
م ح ب ت ڪُون منهن نہ موڙين
ٻ ي ا ئ ي ڪُون ٻوڙين
”لعلڻ“ جيڪا جوڙ ڪيتي هَئي
جوڙ اِهين ڪُون جوڙين

سُور تہ سَلڻ جهڙا، پر ڪنهن سان سليان سُور
مُحب مٺي مننار جي، مَٺُ نہ پايان مُور
هڪ قوڙاهن ڦٽي وڏو، ٻيو دردن جا دستور
گهايَس ٽَن جي گهور، جيڪِي ”لعلڻ“ لوءِ لڌي ويا

ڪِتابن مان قرار، ڪڏهن آيو ڪي نڪي
اُونهون سر اِسرار، مَنجهان ئي معلوم ٿيو

منجهان ئي معلوم ٿيو، سارو سِر الاهي
وَڻ ٽِڻ اها وائي، عاشق اناالحق جي

عاشق اناالحق جو، نعرو هڻ نيشان
”لعلڻ“ سر سبحان، عالم ليکي آدمي

جيئين سِپَ سمنڊ ۾، تيئين سِڪَ سبيل
قطري کارڻ قرب جي، کيو عشقَ عَليل
دم دم آهي دِليل، ”لعلڻ“ دلبر يار جو

محبت دا ميدان ملهاوڻ، آوَن شير اٿانگي
ڪَٽِيءَ تي قربان ٿيوَن، نِهين رَکدي سِر دي سانگي
ٻاجهون سِر ڏيوَڻ دي سَيان، نهين سودا مفت مهانگي
خوف والان دي جاءِ نهين، ڪي ”لعلڻ“ لَگهندي لانگهي

ٻڪريون چاريندي ٻيلي ۾، ٿيو دلبر جو ديدار
قرب ڪيو ڪَلتار، ”لعلڻ“ پِير لَوَن ۾

عشق لڳا مين شڪر ڪيتا، ساڏا عقل ڳيا عِرفان ميان
نہ دين رهيا نہ ايمان رهيا، ساڏا ڪلما ڳيا تي قرآن مِيان
روز نمازان روزا بندگي، ڪُل ڀُل ڳيا بُستان ميان
يار ميڏا ميڏي من وچ وسدا، ”لعلڻ“ سر لاثان مِيان

عشق لڳا مين شڪر ڪيتا، نهين هوش رهيا هوشياري
هڪ ياري يار دي ياد رهي، ڏُوجهي محبت دل هي ماري
عِلم عقل حيران ٿيا، ڳئي مذهب دِي مُونجهاري
لائق لَکَ هزاران ”لعلڻ“، دوست ڏِني دلداري

مُندان موٽي آيون، محبت وٺا مينهن
عشق اسان جو اَڳرو، جيئن ٻيلي ڳجي شينهن
وِرهُ واٽ وٺي ويو، ٺئون لڳو اٿم نينهن
وڇوڙي جا ڏينهن، ويا لَحظي ۾ ”لعلڻ“ چوي

مُحبت سَندا مِينهن، واحد وسايا
لڳي لَنوَ ”لعلڻ“ چوي، نوان ٽِيَڙا نِينهن
ڏُکَر سَندا ڏينهن، ڏاتر کَڍيا ڏيهه مان

نيڻن ڪونهي نِيت، اُٽن رِيت روئڻ جي
ڪَلَ تہ اڳي ڪانہ هئي، ڪَم آهي ڪُريت
”لعلڻ“ پَر پريت، پالڻ پيئي پِرتِ سان

ويسُوري وريام، فِڪِر منجهہ ڦنا ٽيا
عبرت ساڻ الله جي، پراهون پنڌ پيام
مُوٺُو قِبل وَ اَنتَ مُوتُو، مانجهي ڪِين مَريام
هڪ لحظي منجهہ ”لعلڻ“ چوي، ٿيا آديسي آرام
جنت پيتائون جام، ٿيا مالڪ مُلڪ عَدَمَ جا

مادر مار نہ مُون، آهيان آءُ مجبور
هڪ وڇوڙي ويران ڪيو، ٻيو گهڻو ستايو سُور
”لعلڻ“ هوت حضور جي، گهائي وِڌو گهور
پل پل پوَن پُور، مُون کي تنهن محبوب جا

پهلي پڙهه تقدير فنا دي، نفل نماز نيتي سي
صورت مرشد معنىٰ الله، ناسِر قضا ڪيتي سي
منبر چڙهه منصور وانگون، اُتان عِشق آذان ڏِتي سي
آيت انا الحق دي "لعلڻ"، پِرتئون پڪي پڙهي سي

سِيني ۾ سيد چوي، بِرهَ لاتي باهه
ناهي آڳ اُجهڻ جي، ٻاريو عشق اُڙاهه
سنڌ سنڌ سَڙِيو سوز ۾، نِڪري آتش پري آهه
"لعلڻ" سائين ساهه، جَلي پيو جوش ۾

آهن منهنجي اندر ۾، دردن جا ديرا
آڳ منهنجي عشق جي، پَتيا دوزخ جا ديرا
جنهن جا "لعلڻ" سان قيرا، تنهن کي لَهَس لوڏيندي ڪينکي

لڳا عشق شهنشاهه مَن ۾، وِسر ڳيا سر سارا
دين ڌرم بات نه ڪائي، ڳيا مذهب دا مونجهارا
علم عقل ايسي ياڳي، جيسي تازِي تيز شِڪارا
ايسي چوٽ گگن سي لاڳي، بَن وِچ قِرون بيچارا
لکيا انگ الست اَزل دا، "لعلڻ" لاڳي لارا

پير مريد مَشائِق مرشد، هووي نيڪ نمازي
عِلم پڙهي اشراف سڏاون، عالم فاضل قاضي
لک هزاران هُنر هَلاون، دهشت رَکن درازي
ٻاجهون عشق الله دي "لعلڻ"، ہي سب طِلسَم بازي

مرشد میڪون اِيوين آکيا، مُلان نہ ٿِيوين قاضي
چوڙين حرڪت بازي
نيڪي ڪيتي نِيَت وِجاوين ناحق ٿيوين نمازي
چوڙين حرڪت بازي
زُهد عِبادت تَقويٰ ڪُون، کَر طالب تَرک تَرازي
چوڙين حرڪت بازي
مَن عَرف دي مام پَڇاڻين، مُوتُو قِبل ماضي
چوڙين حرڪت بازي
”لعلڻ“ سائين آپ سُڃاڻين، آزِي ڪيا تي نِيازي
چوڙين حرڪت بازي

مُرشد ميڪون اِيوين آکيا، مرد رهين مردانا، مست رهين مستانا
پيڪر حاصل جام جلالي، موج گِهنين مئخانا، مست رهين مستانا
ٿوڙين ڪوٽ دَجالي والا، خيبر دا ڪلِ خانا، مست رهين مستانا
ماڻي مُلڪ فنا دا ”لعلڻ“، سير ڪَرين سلطانا، مست رهين مستانا

عشق دي ايجهي ڪم اٽانگي، گهوٽ پِيڙيندي گهاٽي
هڪڙين نون چا سولي اُتي، هڪڙي مُلهه وڪاٽي
هڪڙين نون چا گل ڪلايس، هڪڙي ڪَرٽ چِيراٽي
هڪڙين نون چا روهه رلايس، هڪڙي دي ٿَل ٽاٽي
هڪڙين نون چا پيٽ مڇي دي، هڪڙي خُوڪ چراٽي
هڪڙين نون چا لهر لُڙهايس، هڪڙي آگ اُجهاٽي
هڪڙين نون چا تخت چڙهايس، هڪڙي وَليان واٽي
هڪڙين نون چا قتل ڪرايس، هڪڙي سانگ سلهاٽي
”لعلڻ“ عشق اهو ڪري جو، عشق دا مزا ماٽي

لاتو اٿئي تہ لاءِ، سَچو مَن محبوب سان
طعنا طنقا لوڪ ملامت، هار ڳچي ڳل پاءِ
ڏک ڏولاوا سور سپيئي، سيني منجھ سماءِ
موتو واري مام سجاڻي، ڏاهو ٿي ڏيکاءِ
"لعلڻ" سان تون لاءِ، تہ جيئرو هُوندين جهان ۾

لاتو اٿئي تہ لاءِ، سچو نِينهن نِهال
حُسن بنا حياتي آهي، جيئڻ سَڀ جنجال
مُوتو قِبل وَ انتَ مُوتُو، بِرهَ ڪيو برحال
مَرين تہ اڄ مشاهدو، پوءِ ٿِي مرڻ محال
"لعلڻ" سائين لعل، آهي انهيءَ عشق ۾

لاتو اٿي تہ لاءِ، سچو نينهن ناتو
نہ تہ لاٿِئِي چو لعلڻ چوي، تو جاڻ نہ اڳي ڄاتو
پُڇيئِہ نہ پنڌ پرينءَ جو، ڪٿي پيچُ امالڪ پاتو
هُوڙهيا هَٿ هٿِي تو هاٿي، ساجن تو نہ سڃاتو
جنهن "لعلڻ" سان نينهن لاتو، سي هوندا شال حضور ۾

هُوندا شال حضور ۾، مَرد اهي مردانا
بَرسَر بار برهہ جو سر تي، مَست رهن مستانا
مَتي اڳهاڙا ملڪ ساري ۾، سير ڪَرن سلطانا
پيائي بوڙي ڀَهڳڻ چَونِ، جنهن ڪي ڪنهن ڪي جانان
الحُب الله و البُغضُ الله، ڪيا رازق روانا
اچي انهيءَ عشق ۾، ٿيا داناءَ ديوانا
ڪي مرد ڪڏين معني، "لعلڻ" جي لقاءَ جي

سک تنهنجي سهڻا، کيا اندر منجهه انگور
روزئون روز سوايا، آهن سيني سَنوا سور
"لعلڻ" دِل لُٽي وئين، گهايَس تنهنجي گهور
پَل پل پوَن پور، مونکي تو محبوب جا

عشق لڳا مين شُکر کيتا، سائون درد مليا درمان ميان
غم دي نال گذارا ساڏا، دل ۾ غم گمسان ميان
هوش عقل حيران ٿيا، هُڻ وَل چَل کُل ويران ميان
من وچ ميکون ياد سڄڻ، هک "لعلڻ" سر لاٿان ميان

صوفي سي سڄن، سينا جن جا صاف
مَحُو منجهه مَراقِبي، کَٽن ٿا کوهِ کاف
"لعلڻ" سائين لاف، کڏهن هَٽن کينَ کي

ڳالهيون اتم دل ۾، کنهن سان کين کيان
پَڙکي باهه برهه جي، جيءَ اندر جلان
سُورن ساهه سوگهو کيو، کنهن سان سور سليان
جڏهن مُحبَ سان ملان، تہ لهن ڏُک "لعلڻ" چوي

ساهه تہ منهنجو سپرين، توکي تو ساري
هيکر هلي آءُ تون، ويهُہ نہ وساري
راتيان ڏينهان روح ۾، ڳُٽتي ٿي ڳاري
لڳيَس تولاري، نہ تہ "لعلڻ" گهٽا هن لوک ۾

آءُ اڳڻ اسانجي، لِڪين ڇو ٿو لوڪ
محبت اٿئي من ۾، تہ ماني هوندءِ موڪَ
جهنگل شاھ جي جهوڪ، آءُ تہ اُجرو ٿئين

منتظر کیا ہے درشن، تیرے ہی و مجھکا
رحم فرماؤ ساجن، بڑا انتظار ہے و مجھکا
تم نہ کروگے "لعلن"، دم دور ہی و مجھکا
مرجاؤں تو یاد، کروگے ہی و مجھکا

ڏٿ ڏاڏاڻي ڏيھ جا، ڪائيندي َس وڃي ڪيڻ
موڪل ڏي تہ موٽي وڃان، جي تون پائين پيڻ
پوءِ وسري ويندا ويڻ، جيڪي ادا عمر تو ڏنا

عمر انهيءَ سَتُر ۾، وينديَس شال مري
هڪ قيد، قيدالماء ۾، ٻيو ڪوٽن منجھ ڪَڙي
ملندس پنهنجي مارن سان، "لعلڻ" ڪڏهن لڙِي
گهاريان ڪيئن گهڙي، پر قيد آهيان ڪوٽ ۾

عمر اباڻا مونڪان، وسرن نہ ٿا مور
سانگِيئڙن جا سور، "لعلڻ" لَهَن ڪينَ ڪي

ڏاڏائن ڏِني، مونکي ڏينهن ٽِيام
سارن منهنجي ساهه کي، سانگي صبح شام
وَٺا مِينهن ملير تي، کِنوٽِن کيل ڪَيام
مارون پنهنجي مال کي، لاڙي ڏِين لام
ويڙها ويڙِهيچن جا، وسري ڪين، ويام
مارواڙي مام، "لعلڻ" لوڙِي ڪيئن مان لاهيان

ڪيان ڪيئن سينگار، گُوندر گُذاري
اُڻ ٽُڻ روز اندر ۾ آهي، ساهه پيو ٽو ساري
ڪيئن ويهان ڪٽ چڙهي، مَرَم ٽو ماري
لوئي جي "لعلڻ" چوي، ڳُٽتي تي ڳاري
پَل پَل پُڪاري، سانگي پنهنجا ساريان

ٻاروچل پنيور ۾، چاڪئون ڇڏي ويو
راتيان ڏينهان روح ۾، گُوندر گڏي ويو
"لعلڻ" لَڏي ويو، ڪري بَس پنيور ڪان

اڪيون اوهان جي پار ڏي، ٽيون نِتِ نِتِ نهارين
ساهه برابر سُپرين، توکي ٽِيُون سارين
"لعلڻ" روئي رت ڦڙا، هَنجُون ٽِيون هارين
ڳُٽتيون ٽيون ڳارين، ملڻ لاءِ محبوب جي

مِلڻ لاءِ محبوب جي، نيڻ ٿيا نانگا
لاهي پردا حجاب جا، گيانئون گِلا جا گانگھا
شوريَل شوق شراب، جيئن اُرڏا اڻانگا
”لعلڻ“ لنگھي لانگھا، نيزي سِر نِروار ٿيا

عَلامت اَزل جي، لڳي عشق اُٺي
مَلامت متي تي، گئين سون يار گھٽي
اها خُواري خلق کي، وٺي يا نہ وٺي
جيڪا ملائڪن مِهٺو، سا اسان ڪئين سون ڪٽي
ڄاڻي پاڪ ڏٺي، ”لعلڻ“ انهيءَ ڳالھ کي

جيءُ آئين جينئن پرين، تون آهين جيئڻ جوڳو
تنهنجي مِلڻ لاءِ، منا من رهيو موڳو
هڪ بدن ٻُڪي باز جيان، ٻيو اُٺَ وانگي اوڳو
اڪين اوجاڳو، لهي ويو ”لعلڻ“ چوي

# فقير سيد والي شاه (والي سائين)
# سجاده نشين درگاه فقير سيد لعلڻ سائين
# صوفي القادري السروري

فقير سيد والي شاه المعروف والي سائين لعلڻ سائين جا وڏا فرزند آهن، ۽ درگاه لعلڻ سائين جا سجاده نشين آهن، سندن جنم 1959ع ۾ ٿيو.

ڏسو عشق جو هي اسرار ته والي سائين جن جي ڄمڻ کان پوءِ نالي رکڻ واري رات سائين پيرل شاه سهڪجي وارو، صوفي غمدل سائين ۽ صوفي پانڌي فقير منگي بغير ڪنهن پروگرام جي درگاه شريف تي آيا ۽ ڇٺي رات والي سائين جن کي دعائون ڪيائون.

والي سائين جن ننڍپڻ کان ئي پنهجي والد لعلڻ سائين جن جي تربيت ۾ گذاريو، تعليم قرآن پاڪ ۽ پنج درجا پڙهيا.

سندن اولاد هڪ نينگر ۽ هڪ نياڻي اٿن، سائين جن جو نينگر فقير سيد بسم الله شاه (حقاني) سهڻي صورت ۽ سيرت وارو آهي ۽ سنئو ويراڳي پڻ آهي.

سائين جن پاڻ لاهوت لامڪان ۾ لعلڻ سائين جن جا طالب دست بيعت ٿيا ۽ سدائين پنهنجي رهبر جيان ڪارو لباس زيب تن ڪيون اچن ٿا.

پاڻ سنڌ جا وڏا صوفي شاعر آهن سندن شاعري ۾ تصوف جون سڀ رمزون ۽ خوبيون موجود اٿن سائين جن ڪافي، غزل، وائي، مداح، بيت ۽ ٻيهه اڪري تي طبع آزمائي ڪئي اٿن.

پاڻ فرمايو اٿن،

رندن سان روبرو تي    خيالن ۾ خيال ڏيئي
گوهر ٻڌي انهن جا    ڪئي مون گداگري آ

سائين جن جي گهڻي شاعري عروضي آهي قافيه ۽ رديف تي ڌيان ڏيڻ سان گڏ مختلف ٻولين جا وزندار لفظ استعمال ڪيا اٿائون، پاڻ وڏن صوفي شاعرن جي صف ۾ ڳڻيا ويندا آهن.

جيئن پاڻ فرمايو اٿن "ويراڳ ۽ وجدان آ صوفي جي سنگ ۾" ائين ئي پاڻ وڏا صوفي ويراڳي آهن، ويراڳ سان سندن گهڻو عشق اٿن سائين جن جي راڳ جو انداز نرالو آهي، لعلڻ سائين جن وانگر وجداني ڪيفيت ۾ ڳائيندا آهن، راڳداري جي سر تار جا پڪا پختا آهن. درگاه شريف تي هر ايندڙ ويندڙ جو خيال رکن پيا.

# منتخب ڪلام

## فقير سيد والي شاهہ (والي سائين)

سجاده نشين درگاهہ عاليہ فقير سيد لعلڻ سائينؒ

صوفي القادري السروري

# حمد

## الله الله الله الله

ٽيڪ: الله الله الله الله الله الله الله الله

الله قائم ڪيو آهي ڦُلزم زمين آسمان و لوح و قلم
پاڻي مٽي ۽ هوا باھ آدم خلقيو خدا آهي سارو ئي عالم
پوءِ پنهنجو ڦُوڪيو آ الله ارواح

ڪَکن ۽ پَنَن ۾ بہ الله آهي وَڻن ۽ ٽِڙڻن ۾ بہ الله آهي
بَرن ۽ بَنَن ۾ بہ الله آهي جهَنگن ۽ جَهرن ۾ بہ الله آهي
الله ٿاهي ٿاهيو آهي ٿاھ

الله آهي لهر ۽ بَحر ۾      الله شامل آ شجر و ثمر ۾
الله جهڙ ۾ ڪِنوڻ ۽ ڪڪَر ۾      الله جي آهي هر شيء امر ۾
الله آهي سين جو شهنشاه

مسجد ۽ مندر ۾ بہ الله آهي      مدرسي ۽ مِنبر ۾ بہ الله آهي
مَسيحا جي گهر ۾ بہ الله آهي      اسان جي اَندر ۾ بہ الله آهي
مگر هر طرف آهي الله جو راهہ

الله آهي هلائي بيهائي      الله آهي گهمائي ڦيرائي
الله آهي کاوائي پِيائي      الله آهي ڪري جو بہ چاهي
الله حاڪم الله بادشاه

”والي“ چوي آهي الله واحد      الله واحد آ قرآن شاهد
قرآن ۾ آهي ڪفوًا اَحد      نہ ڄايو ڄڻيو آ نہ آهي جَدَبَجَد
الله واحد آ وَحدت جو درياء

# نعت شريف

ٿُهه عرشِ برين پہ جَب هئا    تُنهنجو وَڃڻ اي مصطفیٰ
سا نِس پلاري نِرملي    ايجهي ڪِيتي تيڏي خدا

ٿُر خدا، کي هو نبي    مَلڪن چَيو تي مرحبا
شيوا شِري ٿُمرِي ڪرت    تُون ئي اسانڏا پيشوا

پياري نبي يہ آسمان    تنهنجي جُتِي سان پاڪ ٿيو
چَرنون ڪي مائِي چُوم لِي    تيڏي ڪيتي ٿيا اي صفا

حُضُور انور ٿا جَهان    مولا علي موجود هو
ايجهو پِيجو دَرشن ڪَري    جِيوين پراوان وِڄ رِدا

بَخشِدو "والي" مُجهي    مُنهنجَن گُناهن جي خطا
ٿاري ڏواري دان داني    مين گِهنڻ آيا مُدا

# ڪافيون

## اسان پنهنجي اندر ۾

ٿلھ: اسان پنهنجي اندر ۾ لڌو الله کي ڳولهي
نہ مسجد ۾ نہ مندر ۾ لڌو الله کي ڳولهي

پَسيُم پائي جڏهن جهاتي تيو آ عين اثباتي
ٻرھ واري ئي ٻَندر ۾ لڌو الله کي ڳولهي

نہ ڪي مڙهين نہ ميخاني نہ ڪي ڪعبہ نہ بت خاني
نہ ڪي دُواري جي ڪنهن دَرَ ۾ لڌو الله کي ڳولهي

نہ ڪي گنگا جي ڪنهن جَلَ ۾ نہ ڪي درياء جي دَلدَل ۾
نہ ڪي سائي سمندر ۾ لڌو الله کي ڳولهي

ٻَيابانن نہ ٻَرپَٽَ ۾ نہ ڪي ڪنهن گهير نہ گهٽ ۾
نہ ڪاهيءَ ۾ نہ ڪندَر ۾ لڌو الله کي ڳولهي

آهي لعلڻ لِڪايو لِڪُ ٽُتان آهي هِڪَ ۾ هِڪُ
ورايو اتئين وَرَ ۾ لڌو الله کي ڳولهي

ڪيو "والي" آهي اولو پائي وَنحَن سَندو چولو
ڳِهري ويتو سندي گهر ۾ لڌو الله کي ڳولهي

# اجان رند رهبر

تلھ. اجان رند رهبر، رَهن تا رَهن تا
وَحدَت جا درياء، وَهن تا وهن تا

جَلالي جَمالي، ڪامل ڪَلالي
ڪَٿي ڪَنڌ ڪُوپا، ڪُهن تا ڪُهن تا

ٻَڌِي چير جامان، ڪري هُل هُگامان
اگِيان ناٿ نانگا، ٺَچَن تا ٺَچن تا

انهيءَ نينهن نظاري، سچو سُنگ سينگاري
عجب عشق وارا، اَچَن تا اچن تا

وحدت ڪان "والي"، رَکن دَم نہ خالي
مَخفِي مَوالي، مِلَن تا مِلَن تا

# ايڊو عشق اَٽانگو آهي

ٽلهه: ايڊو عشق اَٽانگو آهي غازي خُوب ڳوائي ٿو
شِيرين کان فَرهاد فِدا ٿي پَهڻين پاڻُ پَسائي ٿو

ڪاڪُل ۾ صنعان سمائي جَڙيُن سان جَڪڙائي ٿو

مَجنُون کي ڪِيئن ليليٰ خاطر وَليُن ۾ وَڪڙائي ٿو

سَسئي باهه بِرهه واري سان ٽَڪرن ۾ ٽڙڪائي ٿو

ڪاٿي تَخت هزارا ڪاٿي ڦرڙن کي ڦيرائي ٿو

چام ڪٽائي چار ڪُلهن ٿي نُوري کان نِوڙائي ٿو

شاهه بلاول جهڙا جوڳي گهاٽي ۾ گهرڙائي ٿو

سُهڻي پنهنجي ساهڙ خاطر لَهرن ۾ لوڙهائي ٿو

ڪربَل ۾ تَتلام ڪرائي ڪامل ڪيئن ڪُهائي ٿو

”والي“ پنهنجو پاڻ پَسائي ڪيڏا ڪم ڪرائي ٿو

## پاڻ کي اثبات کر تون

تلهه: پاڻ کي اِثبات کر تون — مرد لامقصود تي
دَم اِسم ذاتي ظهورو — سو سمائي سود تي

اناالحق اظهار کر — سُولي متي منصور جان
ڏِس نظارو نينهن وارو — عَبدَ مان مَعبُود تي

کُل شيء ۾ مُحِيط آ — مولا سندو مذکور ميان
سو سڀ سَمائج سير تون — موجود حق موجود تي

مَنصَب نکي مطلب ٻيو — صُورت تَصَور سير آ
عشق آئينو آهي — "والي" اهو وُجود تي

# مَچي مَئِخان ۾ مُحڪم

ٿلهه: مچي مئخان ۾ محڪم — هَيان سي نِينهن جا نعرا
نِظاري نات جي نيهي — اَڏيا هن عشق اوتارا

آهيون صُوفي صَفا سالم — فِياضي فيض آ فالِم
دَمِين دِيدار ۾ دائم — ڪياسي پِرتِ پاسارا

ڏسي سيني اندر صورت — پَسي مَهتاب مُک مُورت
ڪَڍي سي قلب ڪدورت — سڏائي صاف سوپارا

لَنگهي لاحد سَندا لانگها — ٿيا سي بِرهه جا بانگا
نِسنگ نروار ٿي نانگا — وڏا سي دامَ ۾ دارا

وَحدت وصال ۾ "والي" — رَڪئون نه خيال ڪي خالي
اشاري عين ۾ عالي — ٿِياسي پاڪ پاڳارا

# جي تون ڪرين دل کي صفا

ٿلھ: جي تون ڪرين دل کي صفا دل غير کان آزاد ڪر
۽ دل اڳيان دلدار جي دل عشق ۾ امداد ڪر

نينھن سان ناتو رکي نروار ٿي نانگا نِوي
هَستي هووڻ واري هميشھ بِرھ ۾ برباد ڪر

مئي منجهان پي مست ٿي مَخمُور ٿي مَسرُور ٿي
مَدهوش ٿي مئي نوش ٿي ماضي قِبل مَقصاد ڪر

دَم دُروني دور سان دائم پَسي دلدار کي
دَم دَم اندر دَمُ دَمُ بَدَم دَمُ دَمُ قَدم کي ياد ڪر

دِل اَول ساجد ڪري "والي" اڳيان مَسجُود جي
حَق حقيقت کي پسي پوءِ عشق ۾ اِرشاد ڪر

## وِجدان ۾ ويراڳ آ صُوفي جي سُنگ ۾

ٿلهہ: وِجدان ۾ ويراڳ آ صوفي جي سُنگ ۾
مَستَن جو اهو ماڳ آ صوفي جي سُنگ ۾

ڪري سُنگَ پائي لُنگَ جوڳي جُنگَ جلالي
رِندَن جو اِهو راڳ آ صوفي جي سُنگ ۾

عشق اَلست ڪري مَستُ اچي ڪَستَ مان ڪاهي
لا جو تہ اهو لاڳُ آ صوفي جي سُنگ ۾

اِهو لانگهو آ اٽانگو سَٽي سانگو سِرَ جو
صُوفي جو سِرَ سُهاڳ آ صوفي جي سُنگ ۾

پائي پير گندو غير ڪَڍي ميرُ مَندائي
داڳي ٿيو بيداڳُ آ صوفي جي سُنگ ۾

”والي شاهہ“ ڪي آڙاهہ ٻرهہ باهہ ٻاري
اها عشق سَندي آڳ آ صوفي جي سُنگ ۾

# عشق منهنجي مڪتب جو

ٿلهه: عشق منهنجي مَڪتَب جو خُطابي آهي
آءُ لاجواب آهيان هو جَوابي آهي

پڙهي پيشوا ٿيو مدرسي ۾ منهنجي
هاڻي ساري خلقت ۾ خِطابي آهي

نه دين و ڪفر ۽ نه مذهب ڪو ڄاڻي
نه شيعو نه سُني نه وهابي آهي

حِجابَن جي حد کان ڪَيو مون آ ظاهر
هاڻي ساري عالم ۾ عُقابي آهي

لُدني جو آهيان مان مَخفِي خزانو
وٺي جيڪو "والي" ته عَطا بي آهيان

# جام پیالے پیو رے سنتا

تھل - جام پیالے پیو رے سنتا ہر گن گر سانے دیو رے سنتا
نِس دن پوجا تپش کر کے نام رام لیکھا یو رے سنتا

رستگدبھلیا یموہے اونگ سونگ دم پایا یموہے
دگھوے یمن ململ یموہے جنم مرن کھٹا یو رے سنتا

کام کرودھ کبھی نہ کریے لوبھ موہ میں ہاتھ نہ دھر دیے
پاپ نہ کریے ڈنڈ کو ڈریے گر گنکا یکھیا رے سنتا

دل کے دوارے میں اے "والی" تر دے اندر ہیر ما یلی
من کا مندر ماتا کالی جوت جلاو سا دیہ رے سنتا

## هن عشق ۾ عطا تي

تلهه: هن عشق ۾ عطا تي صورت جي سروَري آ
مَستن ۽ مست خيالن رِندن جي رَهبري آ

صُورت پرست آهيان صورت آ سير سارو
صورت سيني سمائي سا کئي مان ثناء گري آ

رندن سان روبرو تي خيالن ۾ خيال ڏيئي
گوهر ٻڌي انهن جا مون کئي گداگري آ

چُسکي چکي چريو تي مفتون مَئکشي ۾
عالم عليل تي ويو زاهد ڏري ڏرَي آ

مندر مکان مسجد مَڙهين ۾ آهي، مولا
ڪاٿي گُرو گياني ڪاٿي هَري هَري آ

اِثبات سِر الاهي نِروار تيو نظر مان
فَنا کان پوءِ بقا ۾ فِياض انوري آ

قالو جي قول سان تيو اقرار آ الستي
اوشاق جو اَزل کان انجام اڪبري آ

نَعتن نظم نَثر ۾ لعلنؒ پيو لکان تو
اهو سُخن اسانجو اها سُخنوَري آ

لولاڪ لا مَکان جو پيرِ مُغان پسايو
سجدو سلام تنهن کي "والي" وَري وَري آ

# شل يار نيابان ياري کي

ٿلهہ: شل يار نياپا ياري کي    انهيءَ نينهن نزاڪت واري کي

ياري پنهنجي يار سان آهي    تنهن ۾ پوءِ ڪنهن ۾ جو چاهي
آهي تاريندو بيتاريءَ کي

ياريءَ کي تا ناڻ نيائِين    ڪُوپا قُربئون قدم ڪُڏائين
ڪَن ظاهر تا اظهاريءَ کي

ياري نيائن نانگا نيهي    پاڻ پڄائن پڙَ ۾ پيهي
جان جلائين ساريءَ کي

مِهڻا طَعنہ هَٽن بيگانا    پاتر پنهنجي ڳچيءَ ۾ ڳانا
ٺوڪ ملامت خواريءَ کي

جهڙي تهڙي يار جي آهيان    ”والي“، پاليل پيار جي آهيان
ڏار ڪندو نہ ڏاريءَ کي

”والي سائين“ ياري توسان    پڪي آهي پياري توسان
مُحب نہ ڇڏ موچاريءَ کي

# حُسن ڪعبو حُسن قبلو

تلهہ: حُسن ڪعبو حُسن قبلو حُسن جملي جلال الله
حُسن تابش حُسن تجلو حسن جلوو جلال الله

حُسن اول حُسن آخر حُسن باطن حُسن ظاهر
حُسن اندر حُسن ٻاهر حُسن قائم ڪمال الله

حُسن تخليق انساني حُسن جي جوڙ جسماني
حُسن ناهين فنا فاني حُسن آهي بقا بالله

حُسن توريت حُسن اِنجيل حُسن زَبور حُسن فُرقان
حُسن سامَتَ حُسن ناطِق حُسن آهي ڪلام الله

حُسن گنگا حُسن جَمناِ حُسن تِيرٿ حُسن تَڪيہ
حُسن هِنگلاج آ معراج حُسن حج پاڪ بيت الله

حُسن حيرت حُسن عبرت حُسن ”والي“ شهنشاهت
حُسن وحدت حُسن ڪَثرت حُسن راهِ رزاق الله

# دارُون دَرد وَندي دا

تلھہ: دارُون دَرد وندي دا، ديدار تيڏا
ھُڻ وَل آ سائين، تورا يار تيڏا

وَنحن اَقرب آوين ساڏي كول سائين
جِند گھول گھتان جي كِل ٻولِ دائين
اولي گھولي وجان جي چَپ چولدائين
كڏھن ميلا تيسي، منٺار تيڏا

نندپڻ دا ناتا تئين نال لاتا
تيڏا درد داتا چُم اكيان چاتا
تيڏي عشق اَزل دا پرين پيچ پاتا
لكيا اَنگ اَلستئون، انوار تيڏا

بيشك هان بردي تيڏي دوست دردي
ٻانهين هان گولي تيڏي فقر دي
سري تيڏي سانول ميڏي نہ سَردي
مُنڙي هان منگدي، پرين پيار تيڏا

وَطنا تي واڳان "والي" ولا ھُڻ
پيالا وصُل دا آ ھُڻ پلا
وَستيان اَسيڏيان ولھڙيان وسا ھُڻ
اِهو انتظار ئي، هر وار تيڏا

# جيئن تون ٿو ڪٽين گُلفام اکيون

ٿلهہ: جيئن تون ٿو ڪٽين گُلفام اکيون
تيئن دل ۾ وِجهن ٿيون دام اکيون

هي ناز منجهان ٿِيون ڪٽن نظر
هِن تِير تِکا يا تيغ ٻبر
پُرُ خُون آهن ترِ خُوب خنجر
سَمسام اکيون ڪَمڪام اکيون

ٿا عين اچن انداز ڪري
ڪيئي ناٿ نِوائِن ناز ڪري
ڪي مارن مير مجاز ڪري
ٿيون واصل ڪن وريام اکيون

ڪيئي مُجگنَ جا مهمان اچي
ٿيا هاٿِڪ هِن حيران اچي
ڪي زابِر ٿيا زِندان اچي
ڪَن بَردا ٿيون بهرام اکيون

جي ”والي“ ڪنهن سان وير ڪَرِن
سي هڪڙو دَم نہ دير ڪرن
بس جيتر زوري زير ڪرن
هِن تيتَرِ بي آرام اکيون

# بيشڪ ھي بادشاھت

تلھہ: بيشڪ ھي بادشاھت آھي فقير جي
ھر راھہ ۾ رياضت آھي فقير جي

قُلزم ڪان اڳي قائم قادر فقير آھي
اَوَلين سا اِمامت آھي فقير جي

چَئِنِي دَفترن جو ڪاتب فقير آھي
قرآن جي ڪِتابت آھي فقير جي

مَخفي خَفِي اَخفا قَلبِي سِرِي جَلِي آ
اِھا سڄي عبادت آھي فقير جي

چِشتي يا سهروردي، قادري يا نقشبندي
صُوفي سَندِي صداقت آھي فقير جي

مسجد مَڪان مَڙھيون مندر فقير جو آ
ھر ذوق ۾ زيارت آھي فقير جي

اَول فقير آخر ظاھر فقير آھي
باطن جي ھَر بِشارت آھي فقير جي

شريعت ۽ طريقت ۾ حقيقت ۽ مَعَرفت ۾
”والي“ چوي وَضاحت آھي فقير جي

# ويران دل هئي پر گُلشن ڪري ڇڏيم

تلهہ: ويران دل هئي پر گُلشن ڪري ڇڏيم
اَندر پنهنجو اُجاري روشن ڪري ڇڏيم

مُون عُمِر جا گذاري اُنَ جي جدائيءَ ۾ آ
آبِ زَقَن سان آلي دامن ڪري ڇڏيم

باپوش تيو بَظاهر خاموش هوش تي ويو
بس گوشِ دوشِ نوشِ دَرشن ڪري ڇڏيم

اُن جي اڳيان رکي مون نظرانهءِ عقيدت
دُلها اڳيان هي دِلڙي دُلهن ڪري ڇڏيم

بَزمن ۾ باوَفا جو ذِڪرُ زُبان تي آهي
هي سرُ تہ ڇا حوالي تَنُ منُ ڪري ڇڏيم

شوق سُخن وَري ۾ مَصروف آهي ”والي“
ساري لِکي حقيقت مَسُ تَنُ ڪري ڇڏيم

# دعانامو

## تون ئي سَين جو سائين

ٿلهہ: تون ئي سين جو سائين     رَب پاڪ آن پيارو
تنهنجي مٿان آ منهنجو     دارومدار سارو

ڪَر ٻاجهہ ڪا ٻچن تي     رزقِ حلال ڏي تون
تون ئي رساءِ روزي     توکان سواءِ نہ چارو

اولاد آل کي تون     منهنجا خدا خوشي ڏي
خُوشحال تي گهراڻو     نيٽِن ڏسان نظارو

سخي، ابل، سعادت     سُکيا هجن هميشہ
بِسمِل کي ڏي بهاري     ميران نہ تي مونجهارو

سُنگ سات ڪر سَلامت     سارو وَڳر وسي پيو
فقراهہ فوج فالم     نوبت وَڄي نغارو

سُوالي وڃي نہ خالي     ايڏو تہ گنج ڏي تون
ٺنگر هَلي هميشہ     آبادِ هجي اوتارو

جهولي جَهلي مون آهي     بَخشِش ڪري پَري ڏي
ڪر مُعاف ڪُل منديون     آهي ڳچيءَ ۾ ڳارو

ٻي واهہ ڪا ٻہ ناهين     "والي" آهيان ويچارو
تاري تنهنجي ٽڳان تو     تنهنجو ئي آ سهارو

# بيت

ڏُوارو دل ڪري ديهي ۾ ڪر ڏِيان
اندر ڪَعبو اندر قِبلو اندر مَڙهي مڪان
زهد زَبور اَنا انجيل توريت ۽ قرآن
گِيتا پوٿي پاٺ ۾ فُرقاني فرمان
هيڪڙائي ۾ هڪ آهن گُرو ڏنو گِيان
سڀ ۾ سبق ساڳيو آهي پَر ۾ آ پڳوان
وَنحَن اَقرب "والي" چوي رهي ٿو رحمان
ڪونهي شڪ گُمان رام ۽ رحيم ۾

رام ۽ رحيم ۾ ڪونهي ڪو ٻه فَرق
هندو مسلم هڪ آهي صوفيءَ جو سبق
ڪفر ۽ اسلام جو "والي" ڪَڍُ ورق
اڪرن ۾ اَڙجين متان نانگا تون ناحق
غازِي ٿيءُ غَرقُ وجين گُونا گُون ۾

صوفين صاف ڪيو اندر ڪي اُجرو
هٽي هَردي ۾ هُجِرو وينا "والي شاهه" چوي

وِجداني وُجود ويراڳين وِصال
هُل هُلا جي حال "والي" آ ويراڳ ۾

صوفي سَندي صَحَن ۾ پير اچي تون پاءِ
سبق وٺي ساز جو سُر سان سُر ملاءِ
ڳُڻن ٻَري ڳالهڙي ٻُڌلن اڳيان نہ ڳاءِ
سُر ڳُر سارو ساهہ جو سيني منجھہ سماءِ
"والي" تون وڃاءِ يڪتارو يقين جو

صوفي سندي صَحَن ۾ تون هيڪر هلي آءُ
هُو جي حقيقت جو ڏسي ڏيندءِ ڏاءُ
وٺي چڙ "والي" چوي هِردي منجھہ هُڳاءُ
شريعت شُعاع شامل اٿئي شوق ۾

هادي حقيقت جي رهبر ڏسي راهہ
جاڏي ڪيان نگاهہ تاڏي پَسان پرين ڪي
هادي حقيقت جي "والي" ڏني واٽ
لنئوڻن مَنجھہ لَپاٽ لڳي لعلڻ شاهہ جي

اول خير آخر خير، ظاهر خير باطن خير
ناهين ڪنهن سان دوستي، ناهين ڪنهن سان وير
صوفي جو سيد چوي، سڀ ۾ آهي سير
وَحَدت ۾ "والي" چوي، پائي ڏٺم پيرُ
ڪنڌي لَهي ڪير، اُونهو ملڪ الله جو

فقِيرن سان محبت آ اسان اهلِ فقر آهيون
اُنهن جي عشق ۾ "والي" دلِ جانِ جِگر آهيون
اچي مَئِنوش ڪر پيالو منا مَستَن جي ميلي ۾
اسان انهن اوشاقن جي اَثر ۾ با اَثر آهيو

جوڳي آهي جوءِ ۾ جهانپور ۾ جُنڱُ
ويراڳي "والي" چوي انور مست ملنگ
لا جو ٻڌي لُنگ جنهن الا الله اثبات ڪيو

جي يائين جوڳي تيان تا شيخي مَشائِخي ڇڏ
گلا غيبت گودڙي ۾ گاروڙي تي گڏ
اُونهي ملڪ مَڪان ڏي لاهوتي تون لڏ
"والي" دم وصال جو اوتارو تون اڏ
وِجُهه خام خُوديءَ کي ڪڍِ تہ ڪامل ليندءِ قلبَ ۾

سي نقش نِقاب دي وِچ هِن نين تيڏي ناياب ڏُوهين
هِردي اُتي هَٽڪ نہ آون اٽڪ ڏيون عَذاب ڏُوهين
ڪَٽڪ دي وِچ ڳڙجَهٽڪ ڏيوَن ڪر حملا تَڪ تَڪ تاب ڏُوهين
آکي "والي" اکيان تيڏيان خُن خُن نِيم خُواب ڏُوهين

تون بہ سهڻا تيڏي نين سهڻي تيڏا سَي رخ مئين رحمان آکان
تيڏي حسن جِهڙا ڪوئي هور نهين تيڪُون صُورت دا سلطان آکان
مڪ تي ملتان تي ڪيا يا مُلڪ مِصر ڪنعان آکان
تون هي پاڪ حسن دا "والي" تيڏا اُچا شان آکان

رانجُھو رب نہ ڄاڻن جوئي دوزخ ديرا لاوندي ني
ڄنهان سُڄاتا صاحِب نُون او وچ بِهشتان آنوندي ني
اَنا احمد بِلا مِيمي وچ حدِيثان پاوندي ني
اِهو هوکا حق دا ڏي، تي "والي" نام سڻاوندي ني

رانجُھو رام اسان نُون مليا هور گُرو دِي لوڙ نهين
اونگ سونگ دا سبق سُٽايُس پاپُ سَريرا جوڙ نهين
جهاپ نام کون نِس دِن "والي" مَن لَگن تُون موڙ نهين
گُر کي ڪِرپا ڪَرو ري سَنتا داسِي دَرِ دَرِ دوڙ نهين
سَتگُر "والي" ساڌو پائي تَند اَلَڪِي توڙ نهين

آدم منجھ الله، الله پاڻ چيو
جوڙي وينو جسم ۾ رڳ رڳ اندر راھ
وَنحَن اَقرَب اِلیہِ مِن حَبل الوَريد آهي ۾ اَرواح
"والي" تي ويساھ پَسِي ڪَيُم پاڻ ۾

پيا هن پاتال ۾ ڪَٽا پاسي ڪِيرَ
جانب وِڏا جَندَ ۾ مَهتِي سَهتِي مِيرَ
قيرا ڏيئي فَنا ڪيا فِڪِر ڪاڻ فَقِيرَ
وِير مَنجهان "والي" چوي ثابت ويا سِيرَ

لعلڻ لَڙي آءُ ٿُون منديون ميڻ
ڪنهن ۾ توريون ڪنهن ۾ گهٽيون مون ۾ آهن مَڻ
ڏوهه مون ڏاڍا ڪيا آهن جي اَڻ ڳڻ
واهُر ڪَر "والي" چوي ٻانهيءَ جِي ٻَهَه ڳُڻ
ڏَڪِ اَچي ڏولڻ آءُ اُگهاڙي آهيان

وه زمانه وه فسانه وه بهانه ياد هے
نال "والی شاه" لک لک لیّے پاون کيڏے ڳئي
يکھ دل دی منا فر گُش تئين نام چئي
او منا محبوب منهنجا مُنهن مَٽيو تي ڇا جي لئي

جي پائين جوڳي تيان، تہ قلبي ذِڪر ڪماءِ
صُورتِ مرشد معني الله، سيني منجهه سماءِ
"والي شاهه" وِصال جي، رَڪُ جِيءَ اندر ۾ جاءِ
لعلڻ سان -دل لاءِ، تہ ڪامِل لَيَندُئِي قلبَ ۾

صوفي لعلڻ سائين جي وصال تي

# وصال نامه

## سيد فقير والي سائين "والي"

ٿلهه: عطاءِ عشق اعظم ۾ اچي اظهار ٿيو لعلڻ
نظاري نينهن ۾ نيهي نچي نروار ٿيو لعلڻ

برهه جي باهه ۾ بيشڪ بهادر بي رِيا ٻڻجي
پَچائي پاڻ کي پنهنجو پَچي پڳدار ٿيو لعل

مُدامي موج سان مالڪ ٿيو مدهوش مَستيءَ ۾
مَلهي ميدان ۾ محڪم مَچي مَهندار ٿيو لعلڻ

سَعادت ۾ شرافت ۾ شُجاعت ۾ شفاعت ۾
صداقت ۾ سخاوت ۾ سخي سردار ٿيو لعلڻ

شريعت ۾ طريقت ۾ حقيقت ۽ معرفت ۾
اهم اوستي حال حيرت ۾ حَقي حقدار ٿيو لعلڻ

فنا فِي الله فِڪرُ فائق — فنا فِي المِيم ۾ مالڪ
فنا فِي الشيخ تي شائِق — علي انوار تيو لعلڻ

جلالي ٻه جمالي ٻه — ڪَلالي ٻه ڪمالي ٻه
مِثِل بي مِثالي ٻه — قُلي ڪُلتار تيو لعلڻ

حُسن وارن حَسينن ۾ — جَميلن ۾ جميل آهي
سواءِ سورهن صنم سائين — سچو سينگار تيو لعلڻ

اَميرن جو فقيرن جو — ۽ پيرن جو يا مِيرن جو
صَغيرن جو ڪبيرن جو — سين جو پيار تيو لعلڻ

گيائين حق و باطل جي — بَدَستِ سيف سُلطاني
زُبان زابِر متان زَل زَل — تِڪِي تلوار تيو لعلڻ

۽ دنيا هي ڇڏي فاني — بقا جو تيو آهي باني
جُمعي جي رات جو جاني — هِتان هَسوار تيو لعل

مُنهنجي دم ۾ ٻه لعلڻ آ — تُنهنجي دم ۾ ٻه لعلڻ آ
۽ هر هِڪ دَم ۾ لعلڻ آ — سچو سنسار تيو لعلڻ

ڪِروڙين قُرب "والي" تي — لکين لعلڻ ڪيا آهن
ڪيو جنهن يارُ لعلڻ کي — اُنهيءَ جو يارُ تيو لعلڻ

# سيداظهرگيلاني

ٹلھہ: اڄ عشق جي عالم ۾ اظهار ٿيو لعلڻ
حق حُسن سَراپا آ خبدار ٿيو لعلڻ

مُنهن موڙي زماني کان دولت کي هنيائين لَتَ
ڦندن ۽ فريبن کان بيزار ٿيو لعلڻ

غم پنهنجو ڪِتي ان کي غم کي تي غِذا سمجهو
غمگِين جي غم ۾ تي غمخُوار ٿيو لعلڻ

بُت خانۂ باطل کي مِسمار ڪرڻ خاطر
توحيد توَڪَل جي تلوار ٿيو لعلڻ

بي سَمجُهہ نکو سَمجهو سَمجُهو تہ ويا سَمجِهي
عالم جي اڳيان مَخفِي اِسرار ٿيو لعلڻ

بي درد کي کھڙي آ سُڌ دَرد ۽ دَرمان جي
بي دَرد جي فُرقت ۾ بيمار ٿيو لعلڻ

ٿي سِرَ جو ٿيو سودو شبير جيان سَچ تي
سَچ پَچ تہ صداقت جو سينگار ٿيو لعلڻ

حَقُ تي آ علي هَر دم حَقُ رهڻو علي سان آ
حَقُ سمجهي علي کي آ حَقدار ٿيو لعلڻ

مَئِخانہءِ مولا مان ساقي جي هٿان "اظهر"
پِي جامُ مُحبت جو مَئخُوار ٿيو لعلڻ

# فقيرعلي نواز "نازڻ"

ٿلهه: هن دنيا جي دور ۾ سُلطان هو صوفي صفا
دَم بقا بي الله ۾ داخل ٿيو دارُالبقا

طَبل وڳو توحيد جو ميدان ۾ منصور جيان
انا الحق چئِي اظهار ٿيو قَلبُ المولىٰ برحق بقا

لُطف لطيفي لات ۾ سُر سوزِ سان آواز هو
عِشق جي مکتب اندر فَرهاد هو شِيرين کُجا

هن عالِمِ ناسوت ۾ آواز هو رِندِي راڳ جو
توحيد جو تجلو ٿيو ذاکرِ زُبان محبت رُجا

صُورت سخي سلطان هو مَعرفت مُلک مَکان هو
اعلىٰ لقب انسان هو صورتِ سخي صاحبِ سخا

توحيد ۾ تفسير هو شاخ طَر جو هڪ قول هو
انور اڳيان مقبول هو آلِ نبي عالِي مقان

نِهوڙي نفس نافرمان کي توحيد جي تلوار سان
ڪٽِي جنگ لعلڻ اکبري "نازڻ" کِين کئي کامِل قضا

# فقير منٺار علي شيخ "تهدل"

ٿلهه: ڏار ٿي دلبر ويو دلدار  هو لعلڻ سائين
ڏئي وڇوڙو يار ويو  آڏار هو لعلڻ سائين

وِڇڙي ويو سڀ کان سڄڻُ  درد دل ڏک ڏئي ويو
غمِ الم هر دم ڏيئي  غمٽار هو لعلڻ سائين

ٿي جدا جاني اسان کان  ذُوالقعد مهيني ۾ مِٺو
تاريخ ڇوِيهَ ويو  وِيچار هو لعلڻ سائين

پنهنجن فقيرن سان محبت  سمجهڻ اسان جو آ سائين
هڪ نظر ڏسندو هليو  لهندو سار هو لعلڻ سائين

ڪيئي ايندا ها ٻُڌي  سخي ٻه هو سڀ کان وڌ
خالي نه ڪوئي موٽي وڃي  سخادار هو لعلڻ سائين

فيض پنجتن کان مليل  آلِ رسول آلِ رسول
سادات هو اُطهر سندو  سردار هو لعلڻ سائين

منٺار منظورِ نظر  سگ دربان آ تنهن ته در
ناهين جدائي "تهدل" اندر  جلوي دار هو لعلڻ سائين

**THE INDUS RESEARCH INFORMATION**

Prof. Dr. N.A. Baloch
Coordinator

12, Sind University (*Old Campus*)
Hyderabad, Sind, PAKISTAN.

Dated: ____________

بسم الله

"مُلڪ دِلين جو موڪور، مٿس زمين آسمان". دلين جا ڌڻي درويش سنڌ ۾
هر هنڌ موجود. الف الله عشق ۾ محبت جا جام پيئندا ۽ پيارا ۽ ڪٿين جڳ جاريا.
اهڙن مان هڪ جهان کان جدا شاهه ته پويان سنڌ جي گلشن بالعين جي رهاڪ ۽ مشهور هاري
سنڌ ملڪ مقام ڪيو واسيو.
فقير سيد لعل سائين صدوري القادري رح (١٣٤٩ - ١٤١٩ هه / ١٩٣٠ - ١٩٩٨ع)
نورور وقت شيخ جو ٢٦ ذوالقعده ١٤١٩ هه خميس ڏينهن هي جهان ڇڏيو پر سنڌس
حال ۽ قال جي گونج باقي آهي. فرزند سيد والي سائين صدوري القادري سندس جاءِ نشين
آهي ۽ ٢٥-٢٧ ذوالقعده تي ساليانو عرس ٿئي ٿو. وڏي عرس نظام ۽ انتظام لاءِ "فقير سيد
لعل سائين ميموريل ڪاميٽي" قائم آهي. هن ڪاميٽي جي نائب صدر امير شاهه کان
معلوم ٿيو ته هن ڪتاب جي اشاعت کان اڳ ڪاميٽي طرفان "لعل سوونيئر 2002"
شايع ڪيو ويو آهي. ان جي مطالعي مان معلوم ٿيو ته فقير سيد غلام ميران شاهه بخاري
فقير [illegible] سيد لعل سائين جي سوانح حيات لکي آهي جيڪا هر لحاظ سان معياري آهي

هن ڪتاب ۾ فقير سيد الله ڏنو شاهه طرف لعل سائين جي ڪلام کي سهڻي ترتيب سان
شايع ڪيو ويو آهي جنهن ۾ سنڌس بيتن ۽ ڪافين کان سواءِ وحدت نامو شامل
آهي. سنڌس ڪلام ۾ اعليٰ صوفيانه فڪر جي جهلڪ [illegible] جمال آهي.

لعل لڪ لباس لکي لکو
ست رنگيو سيد جو سو رهبر هو ڏسو
ووڙين ووڙي وو، لهندو ڪو لعل کي.

ڪلام جي هن مختصر ذخيري ۾ به دل ۽ نظر وارو اميد ته لعل سائين کي
ڳولي لهندو:
جي ماسو سليئه مال، ته پونجيارا ڪر ٽيئين.

نبي بخش
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

سنڌ يونيورسٽي
حيدرآباد سنڌ
١١- آگسٽ ٢٠٠٢ع

سنڌ جي برک عالم ۽ اديب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
جي هٿ اکرن ۾ لعل سائينءَ جي رسالي تي قيمتي راءِ